# ڪتاب جو نالو: شاهه سچل ۽ سامي

## مصنف: محمد ابراهيم جويو

مٿيون ڪتابچو ڪابيءَ ذر وارن مان مشهور اديب ۽ دانشور مسٽر جويي صاحب لکيو آهي جنهن کي سنڌي اديبن جي ڪو آپريٽو سوسائٽي طرفان شايع ڪيو ويو آهي. هن کان اڳ انهيءَ سوسائٽي پاران شيخ اياز جي شعرن جي مجموعه " ڪپر ٿو ڪن ڪري" تي راقم الحروف جو تبصره " شيخ اياز ۽ سندس شاعري" جي نالي سان ڪتابي شڪل ۾ شايع ٿي چڪو آهي. جويي صاحب جي ڪتاب جي عنوان مان ائين ٿو ظاهر ٿئي ته سندس تصنيف ۾ شاهه جي رسالہ سچل جي ديوان ۽ ساميءَ جي سلوڪن جو اڀياس ۽ تشريح آهي، پر پڙهڻ کان پوءِ معلوم ٿو ٿئي ته سنڌ جي انهن ٽنهي بزرگ هستين جي شاعري ۽ ڪلام جي اپٽار بابت هڪ اکر به لکيل نہ آهي. البت جويي صاحب پنهنجي مخصوص سياسي ۽ قوم پرستانہ نڪتہ نگاهه مطابق سنڌن عهد جي فقط سياسي حالات جي جائزي وٺڻ جي هڪ ناڪام ڪوشش ڪئي آهي. اها صريحًا ادبي بدديانتي آهي. شاهه، سچل ۽ ساميءَ جي نالن کي ڇو استعمال ۽ ايڪسپولائٽ ڪيو ويو؟

## جويي صاحب جي تصنيفي حيثيت

سنڌ ۾ جويو صاحب اسان جي ترقي پسند اديبن جو نہ فقط پيش امام آهي، پر سنڌ اندر قوم پرستيءَ جي تحريڪ جو پڻ باني ۽ معمار آهي. ان لاءِ پير حسام الدين راشدي بالڪل صحيح راءِ ڏني آهي تہ " درحقيقت سنڌي ادب ۾ قوم پرستيءَ جو معمار محمد ابراهيم جويو آهي." ( سهہ ماهي مهراڻ جلد ٢٣ نمبر ١ صفحو ٢٨١) سنڌ جا ترقي پسند اديب، شاعر توڙي صحافي گهڻو ڪري جويي صاحب جي پيداوار آهن. انهن کي لکڻ جي ترتيب جويي سيکاري، کين باغي بڻايائين. انهن " مان باغي آهيان، مان ڏوهي آهيان" جهڙا گيت چيا. نتيجي طور وقت جي سرڪار جويي جي شاگردن کي گرفتار ڪري جيل موڪليو، پر لطف جي ڳالهہ اها آهي تہ جويو پاڻ هڪ سيڪنڊ لاءِ بہ گرفتار نہ ٿيو. بقول علامہ اقبال:

" مريد بيچاره رو رو کے هوگيا تائب
خدا کرے کہ شيخ کو بهي ملے يے توفيق"

جيئن متي عرض کيو ويو تہ جوبي کيترن کي لکڻ جو ڍنگ سيکاريو ۽ اهي اديب بڻيا، پر پاڻ کنهن بہ علمي ڪتاب جو مصنف نہ رهيو، نہ افسانہ لکيائين ۽ نکي شاعريءَ تي طبع آزمائي ڪيائين. تاريخ،فلسفہ، مذهب يا سائنس جي موضوعن تي سنڌي ٻوليءَ ۾ هن جي هڪ شاهڪار تصنيف بہ موجود نہ آهي، جنهن مان هن جي عوامي لياقت جي ڪاپروڙ پوي. هندستان جي ورهاڱي کان ٿورو اڳ ۾ جوبي صاحب انگريزيءَ ۾ ١٣٩ صفحن تي مشتمل هڪ ڪتاب لکيو هو، ان جو نالو آهي (Save Sind save the Continent) جنهن ۾ جوبي صاحب ڪانگريس توڙي مسلم ليگ جي موقفن جي مخالفت ڪندي سنڌ جي خودمختياريءَ جو مطالبو ڪيو هو. هن ئي ڪتاب لکڻ ڪري جوبي کي ان وقت سرڪاري نوڪريءَ مان شايد ڊسمس ڪيو ويو هو. اها جوبي صاحب جي پهرين تصنيف آهي ۽ سنڌس ٻي تصنيف زير تبصره ڪتابچو"شاهہ سچل ۽ سامي" آهي. هي مضمون بہ ڪل ٿياسي صفحا آهي. جناب محمد ابراهيم جوبي صاحب جي عمر ست سالن کان بہ تجاوز ڪري چڪي آهي ۽ ان عمر ۾ هو فقط ٻن ڪتابن جو مصنف بڻجي سگهيو. هڪ انگريزيءَ ۾ (ڪل صفحا ١٣٩) ۽ ٻيو سنڌيءَ ۾ ( ڪل صفحا ٨٣).

## جوبيو ۽ سنڌس ترجما

مٿين ٻن ڪتابن ڪانسواءِ باقي ڪتاب جوبي صاحب انگريزي ٻوليءَ مان ترجما ڪري شايع ڪيا آهن. سنڌس پهريون ترجمو ٿيل ڪتابچو ايملي عرف تعليم آهي، جو اصل ۾ مشهور فرانسيسي مفڪر روسو جو لکيل آهي. روسو جو هي ڪتاب اٽڪل پنج سئو صفحن تي مشتمل آهي ۽ جوبي صاحب جو سنڌيءَ ۾ ڪيل ترجمو ۽ اختصار چوهتر صفحا ٿئي ٿو، باقي ٤٧ صفحا روسو جي تعارف لاءِ لکيائين. منهنجو هڪ محترم استاد ڊاڪٽر سنڌيلو صاحب هڪ دفعي چوڻ لڳو تہ روسو جي زندگي ۽ فلسفي جي تعارف لاءِ مسٽر جوبي صاحب کان وڌيڪ ڪنهن نہ لکيو. مون ڊاڪٽر صاحب جي راءِ سان اختلاف ڪندي عرض ڪيو تہ روسو جي حياتي ۽ فلسفہ جي بهترين سمجهاڻي ڪراچي يونيورسٽي جي سابق وائيس چانسلر ڊاڪٽر محمود حسين ڏني آهي. هن صاحب روسو جو مشهور ڪتاب (Social Contract) جو اردو ترجمو " عمراني معاهده" جي نالي

سان ڪيو ۽ اٽڪل ٻن سو صفحن تي مشتمل ڪتاب جو پيش لفظ روسو جي حياتي ۽ فلسفہ جي تعارف لاءِ وقف ڪيا اٿس ۽ جيتري قدر روسو جي فلسفہ جي ڄاڻ جو تعارف آهي، ائين پيو معلوم ٿئي تہ جويو صاحب ڊاڪٽر صاحب جي آڏو طفل مڪتب آهي. رٽائر منٽ ڪرڻ بعد جويي صاحب انگريزي مان ٽي ڪتاب يعني (١) وحشي جيوت جا نشان (٢) فڪر جي آزادي (٣) استاد گنليلو، ترجما ڪري سنڌيءَ ۾ شايع ڪيا آهن. ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ انگريزي زبان تي جويي صاحب کي چڱو عبور حاصل آهي. پر مون اڪثر ڏٺو آهي تہ مصنف جي منشا جي خلاف جويو پنهنجي مخصوص ذهن مطابق ترجما ڪندو آهي، ان ڪري سندس ترجما پروسي جي لائق نہ هوندا آهن. مثال طور انگريزي ڪتاب (Right to heresy) جويي صاحب سنڌي ترجمو " فڪر جي آزادي" نالي سان ڪيو آهي، حالانڪ صحيح ترجمو ٿيندو " الحاد يا بي ديني جي آزادي" اندازو لڳايو تہ جويي صاحب جو ترجمو ڪيڏو نہ غلط ۽ ڪل جهڙو آهي. ان ڪري يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ سندس ترجما صحيح ۽ اعتبار لائق نہ هوندا آهن.

## جويي صاحب جا ديباچہ

ترجمي کان علاوه جويي صاحب سنڌي ادبي بورڊ جي ڇپايل ڪتابن جا پيش لفظ لکيا آهن، جي گهڻو ڪري سيني ڪتابن جا ساڳيا آهن. ان کان علاوه سنڌ جي ترقي پسند شاعرن ۽ اديبن جي ڪتابن جا پڻ هن تعارفي نوٽ لکيا آهن، جهڙوڪ شيخ اياز جا ڪتاب " ڪي جو ٻيجل ٻوليو ۽ وڄون وسڻ آئيون" سراج ميمڻ جو ڪتاب " سنڌي ٻولي" جمال ابڙي جو ڪتاب " پشو پاشا" ، خاڪي جويي جو ڪتاب " آزاد گهرجي پنهنجو وطن." ازانسواءِ ٻڌڻ ۾ ٿو اچي تہ سائين جي . ايم . سيد صاحب جي ڪتاب "سنڌو ديش ڇو ۽ ڇالاءِ" جو انگريزي ترجمو (A Nation in Chains) نالي سان بہ جويي صاحب ڪيو آهي. والله اعلم بالصواب. هي آهي جويي جي تحريرن جي ڪل ڪائنات، جو سنڌ ۾ هڪ طبقي جو وڏي ۾ وڏو اديب ۽ دانشور ڪونجي ٿو.

## جويو صاحب ۽ سندس شخصيت جو احوال

جويي صاحب جي ڪتابن جي جائزي وٺڻ کان اڳ ۾ سندس

شخصيت جو مطالعہ ڪرڻ اسان لاءِ بيحد ضروري آهي. ان مان اسان کي پتو پئجي سگهندو تہ ڪهڙن عوامل سندس شخصيت ٺاهڻ ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو آهي ۽ سندس نفسياتي ڪيفيت ڪيئن آهي؟ افسوس جو سنڌ ۾ جنهن شخص قوم پرستيءَ جو صور ڦوڪيو، ان جي زندگيءَ جي نشيب و فراز بابت تمام گهٽ معلومات ملي ٿي. جويي صاحب جي زندگي ۽ ڪارنامن بابت ڪجهہ احوال اسان کي محترم جي ـ ايم ـ سيد صاحب جي ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" ۾ ملي ٿو. پارڙن جي هڪ رسالہ "روشن تارا" ۾ جويي صاحب جو هڪ انٽرويو نظر مان گذريو، جنهن ۾ جويي پنهنجي نندپڻ ۽ تعليم پرائڻ جو ڪجهہ داستان بيان ڪيو آهي. جنوري تا مارچ ٧٥ جي مهراڻ ۾ سکر جي هڪ معروف اديب شيخ عبدالرزاق راز صاحب جويي صاحب جي شخصيت بابت پنهنجا ذاتي مشاهدات ۽ تاثرات قلمبند ڪيا آهن. نيز ساڳي رسالہ مهراڻ جي هڪ اشو ۾ "منهنجا بزرگ، منهنجا دوست" جي عنوان سان جويي جو پنهنجو هڪ مضمون ڇپيو آهي، جنهن ۾ هن صاحب پنهنجي نندپڻ جو ڪي قدر احوال قلمبند ڪيو ۽ ساڳيو تذڪره "روشن تارا" رسالہ ۾ بہ ملي ٿو.

جناب جي ـ ايم ـ سيد لکي ٿو تہ "سنڌ ۾ جويا ذات اصل ۾ راجپوتن جي ڪيچي شاخ شجري مطابق، راجپوتن جي ٣٦ ڪلن مان هڪ قبيلو آهي، جي اصل ڏهين قبيلي جي ويجهو، ستلج واديءَ جي پر ۾ رهندا هئا، جتان لڏي مختلف طرفن ۾ ويا. هنن مان ڪي اڃان گهرن ۾ سرائڪي ٻولي ڳالهائيندا آهن." (جنب گذاريم....... جلد ٻيو صفحو ٣٥٦) معلوم ٿيو تہ جويي صاحب جا وڏا خالص سنڌي نہ هئا پر اصل ۾ هي پنجاب جا آهن، جي مهاجر ٿي سنڌ ۾ آباد ٿيا آهن. خود جويي صاحب جي والده ماجده بہ سرائڪي ڳالهائيندڙ هئي. سومرن ۽ سمن وانگي جويا قوم اصل سنڌي نہ آهن. هينئر مان جويي صاحب کان براہ رست هڪ سوال ٿو پڇان تہ اسان بلوچن کي هو سنڌي ڇو نٿو سمجهي؟ جيڪڏهن اسين ٻاهران اچي سنڌ ۾ آباد ٿياسون تہ ساڳي حالت جوين جي پڻ آهي. پنهنجي زير تبصره ڪتاب "شاهہ سچل ۽ سامي" ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت کي نج سنڌي حڪومت ثابت ڪرڻ لاءِ ننهن کان چوٽيءَ جو زور لڳايائين. سندس هن ڪتابچي ۾ ڪلهوڙا حڪومت جي تعريف ۾ ڇهہ ست صفحا وقف ٿيل آهن، پر پنهنجي روايتي بغض ۽ ڪيني جو اظهار ڪري سنڌ ۾ ٽالپر بلوچن جي حڪومت لاءِ فقط ڇهہ ست جملا قلمبند ڪيائين. (ڏسو سندس ڪتاب صفحو ٦٦) اڳتين صفحات ۾ مان جويي صاحب کي ان جو تفصيلي جواب ڏيندس.

## يتيم جويو

سائين جي ـ ايم ـ سيد صاحب اڳتي جويي صاحب لاءِ لکي ٿو ته " هي اڃان ننڍو هو ته سندس والد وفات ڪري ويو ۽ ٿوري وقت کان پوءِ هن جي والده به گذاري وئي، ان کان پوءِ هي ڏاڏي جي سنڀال هيٺ رهيو." ( ص ٣٥٧)

جويو صاحب اڃان ٻالڪ ئي هو ته پيءُ ماءُ جي سايه عاطفت کان محروم رهيو ۽ يتيم بڻجي پيو. جويي صاحب جو هڪ ڀاءُ ميان محمد عيسيٰ به ننڍي هوندي وفات ڪري ويو هو. پاڻ پنهنجي ڏاڏي آخوند محبوب جي سنڀال هيٺ رهيو جو وري لکيءَ وارن سيدن جو هاري هو. هڪ غريب ڇورو ٻار جنهن جي تربيت سندس استادن ڪئي هجي، سو اڪثر باغي ۽ پڪيل هوندو آهي. ڪاليج ۾ جويي صاحب جا هڙئي استاد هندو هئا. ان بابت مسٽر جي ـ ايم ـ سيد صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته ڪاليج ۾ جن استادن وٽ هو (جويو) پڙهيو، تن جا نالا مبارڪ هي آهن: پرنسپال پٽاڻي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، پروفيسر ايم ـ يوملڪاڻي، پروفيسر ٽي ـ ايم آڏواڻي، پروفيسر اجواڻي، پروفيسر اي ـ ايل شيخ، ڊاڪٽر ڊيوٽ آرٽ ۽ ڪاڪو ڀيرومل مهر چند." ( ص ٥٨ ـ ٣٥٧) اهو سندس هندو استادن جي صحبت، فيض ۽ تربيت جو اثر آهي جو جويي صاحب کي مسلم تهذيب ۽ ثقافت کان بيحد چڙ ۽ نفرت آهي. اسان جي موجوده نسل جا نوجوان ان ڳالهه کان بي خبر آهن، پر اڳئين نسل جي ماڻهن کي پتو آهي ته پاڪستان بڻجڻ کان اڳ مسلمان استاد پنهنجي مذهب جي ثناخواني ڪندا هئا ۽ هندو استاد پنهنجي ڌرم کي اجاگر ڪرڻ ۾ رڌل هئا. مسلمان علامه اقبال کي هيرو ڪري پيش ڪندا هئا ۽ هندو استاد ڊاڪٽر رابندر ناٿ ٽئگور جي واکاڻ جا ڍڪ ڀريندا هئا. هندو استاد پنهنجن مسلمان شاگردن کي ٿياسافي ۽ وحدت اديان جي تعليم ڏيندا هئا. هونءَ ته ٿياسافي جو بنياد ارڙهين صديءَ جي جرمن صوفي ۽ مفڪر جيڪب بوهيم (Bohem) وڌو هو، پر ويهين صديءَ جي شروعات ۾ ٿياسافي جي فڪر جي پرچار ڪرڻ وارين به غير ملڪي عورتون هيون، جن هندستان ڏيهه کي پنهنجو ديش ڪري تصور ڪيو. انهن مان هڪ روسي عورت ليڊي بلاوتسڪاءَ هئي ۽ ٻي انگريزي مائي اني بيسنت هئي، ڇو جو ٿياسافي ۽ هندو

مذهب خاص ڪري ان جي ويدانتي مت ۾ مماثلت آهي. ٿياسافسٽ سيني مذهبن کي سچو سمجهندا هئا ۽ اهو سندن ويساهه هو تہ سيني مذهبن جي تعليم جو نچوڙ هڪ آهي. اسان جو محترم جويو صاحب بہ پنهنجي هندو استادن جي نقش قدم تي هلي لطيف کي بہ ٿياسافسٽ ثابت ٿو ڪري، جيئن سندس ڪتاب جي هيٺينءَ عبارت مان واضح ٿئي ٿو.هو لکي ٿو تہ "شاهہ جو رسالو دنيا جي جملي مذهبي تعليم جو نچوڙ ۽ سنگم ۽ سنڌي تهذيب جي سموريءَ حاصلات جو روح آهي. ان ۾ زند اوستا، گيتا، ٻڌ ڌرم، جين مت، مسيحيت ۽ اسلامي تعليم، جا اهم ۽ اعليٰ اصول ۽ قدر سڀ موجود آهن، جيڪي هونءَ بہ بنيادي طور سڀ ساڳيا آهن." (صفحو ٧٩)

شاهہ جي سالي بابت مسٽر جويي صاحب جي مٿين لغو ڳالهين جو تہ بعد ۾ جواب ڏينداسين. هتي گذارش ڪرڻ جو فقط هي مقصود آهي تہ هندو استادن جي صحبت ۽ فيض جو اثر هن جي لونءَ لونءَ ۾ سمايل آهي. سنڌيءَ ۾ چوندا آهن " سنگ تاري ڪسنگ ٻوڙي" انسان جي ذهن ۽ فڪر تي سنگ ۽ ماحول جو وڏو اثر ٿئي ٿو. ايران جي دانا شاعر شيخ سعدي رحمة الله عليه پنهنجي هڪ لاثاني شعر ۾ صحبت جي اثرات بابت چيو آهي تہ:

"باو گفتم کہ مشکي يا عبيري
کہ از بوءِ دلاويز تو مستم
بگفتا من گل ناچيز بوم دم
وليکن مدتے باگل نشستم
جمال همنشين در من اثر کرد
وگرنہ من همان خاکم کہ هستم."

يعني تہ "مون ان کي چيو تہ تون مشڪ آهين يا عنبر جو تنهنجي دل موهيندڙ بوءِ تي مست ٿي ويو آهيان.مٽيءَ وراڻيو تہ آءٌ خسيس مٽي هيس، پر ڪجهہ مدت گل جي سنگت ۾ رهيس.گل جي سونهن سرهاڻ مون تي اثر ڪيو، تنهن ڪري مون مٽيءَ مان (مشڪ عنبر وانگر) خوشبوءِ اچي رهي آهي. ورنہ اصل ۾ تہ مان ساڳئي خسيس خاڪ آهيان".

## مسٽر جويو ۽ رجعت پسند

محترم جي - ايم - سيد پنهنجي مذڪوره ڪتاب ۾ جويي صاحب بابت وڏيڪ لکي ٿو تہ " بدقسمتيءَ سان ورهاڱي کان پوءِ

ملڪي معاملات ۾ انتهاپسنديءَ جي زور وٺڻ ڪري، رجعت پسند ۽ ڪٽر فرقہ پرست گروهن هن کي ڪميونسٽ پئي سمجهيو آهي تہ ٻئي طرف انتها پسند اشتراڪي هن کي رويز نسٽ سمجهي رهيا آهن." (صفحو ٣٦٠) ياد رکڻ گهرجي تہ اسان جي گروهہ سيد سردار علي شاهہ جي قيادت ۾ جويائي گروپ سان واسطو رکندڙ ليڪن جو ادبي احتساب شروع ڪيو هو. جوابًا هنن اسان کي رجعت پسند ۽ فرقہ پرست القاب سان نوازيو. جناب سردار علي شاهہ صاحب جن جويي کي جيڪڏهن ڪميونسٽ سمجهيو تہ ان ۾ هو حق بجانب آهن ڇو تہ جويو صاحب پاڻ ڪميونزم کي نيشنلزم جي مٿان ترجيح ڏئي ۽ ڪميونزم جي ذريعي سان تسليم ٿيندو.

مثال طور خود جناب جي - ايم - سيد صاحب ڏانهن تاريخ ٢٣ فيبروري ١٩٥٠ تي جويي صاحب هڪ خط لکيو آهي. هي خط جويي صاحب جي ٻين خطن سان گڏ شاهہ صاحب جي تازي ڪتاب " اڄ پڻ چڪيم چاڪ" ۾ شايع ٿيو آهي. جويي صاحب پنهنجي خط جي آخري پئراگراف ۾ انگريزيءَ ۾ هيٺين عبارت نقل ڪئي آهي، جنهن مان هن جي ڪميونزم ڏانهن والهانہ عقيدت مندي ظاهر ٿئي ٿي ۽ ڪميونزم کي ئي سنڌ جي دردن جو درمان سمجهي ٿو. جويو لکي ٿو تہ:

( The national spirit of Sind can to day realiseitself not through, nationalism. but only through millitant revolutionary People,s democracy functioning in close and firm alliance with People,s world Revolution i.e with Communism)

(اڄ پڻ چڪيم چاڪ، مرتب جي - ايم - سيد صفحو ٣٨٥)

هتي ضمنًا اهو بہ عرض ڪري ڇڏيان تہ جويو صاحب بر صغير جي وڏن عالمن ۽ سياستدانن جي صحيح نالن کان بہ چڱيءَ طرح واقف نہ آهي. ان مان ثابت ٿو ٿئي تہ هن جو جنرل ناليج اڻ پورو ۽ محدود آهي. مثال طور شاهہ صاحب جي مٿئين ڪتاب جي ساڳئي صفحہ تي آخري پئراگراف تي جويو صاحب لکي ٿو تہ " مولانا احمد حسين مدنيءَ جو ڪتاب بہ مون وٽ آهي اميد تہ ڪنهن هٿيڪي ماڻهوءَ هٿ جلد ئي اوهان ڏانهن روانو ڪندس". صحيح نالو آهي مولانا حسين احمد مدني ۽ نہ احمد حسين مدني. اهو بہ ائين آهي جيئن جويي جو نالو محمد ابراهيم بدران لکجي ابراهيم محمد. مولانا حسين احمد مدني هن نندي کنڊ جو وڏو عالم دين ۽ سياسي

ليڊر هو جنهن ڊسمبر ستونجاهه ۾ ديوبند ۾ وفات ڪئي هئي. پاڻ حضرت شيخ الهند مولانا محمود الحسن ديوبنديءَ جا شاگرد هئا، جنهن کي انگريزن مالٽا ۾ قيدي بڻايو هو. مولانا حسين احمد ڪيترا سال مديني ۾ حديث جو درس ڏيندا رهيا ۽ ديار حبيب ۾ قيام ڪري ڪيس مدني ڪوٺيندا هئا. هندستان، پاڪستان ۽ عالم عرب ۾ هن جا سوين شاگرد موجود آهن. مثال طور اسان وٽ پاڪستان قومي اتحاد جو صدر مولانا مفتي محمود ۽ سنڌ جو مشهور عالم مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي به مولانا حسين احمد مدنيءَ جا شاگرد آهن. افسوس جو جويو صاحب اهڙيءَ مشهور هستيءَ جي صحيح نالي کان به واقف نه آهي.

## جويو صاحب ۽ محترم جي - ايم - سيد

سنڌ جو بزرگ سياستدان ۽ جويو صاحب هڪڙي ئي تعلقي ڪوٽڙيءَ جا رهواسي آهن. جويي کي پڙهايو به شاهه صاحب. جويي جي مٿان جيڪڏهن شاهه سائين جي شفقت ۽ سايه عاطفت نه هجي ها ته اڄ جويو انهيءَ منزل تي نه رسي ها، يا ته هو پنهنجي ڳوٺ آباد ۾ هاري هجي ها، يا پر وارن ٻيلن ۽ جبلن ۾ پناهه وٺي ها. مهراڻ رسالي (بابت ٣ / ١٩٧۴) ۾ جويي صاحب جو "منهن جا بزرگ منهنجا دوست" جي عنوان سان هڪ مضمون ڇپيو آهي جنهن ۾ لکيو آهي ته ١٩٢٠ ۾ چوٿين درجي سنڌي پاس ڪرڻ کان پوءِ سندس ڏاڏو مرحوم هن کي ڪراچيءَ جناب جي - ايم - سيد وٽ وٺي ويو هو " ٻپهرين رات جو سڄ لٿي کان ٿوروئي پوءِ سائين جي - ايم - سيد مون کي ساڻ موٽر ۾ وهاري، مدرسو ڏيکارڻ وٺي ويو." صفحه (١٧٠) اڳتي جويو صاحب لکي ٿو ته " شاهه سائين تڏهن ڪراچي ضلعي لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ هو ۽ مون کي ان لوڪلبورڊ وٽان ڏهه رپيا ماهوار اسڪالرشپ وٺي ڏني هئائون ۽ ائين منهنجو ڪراچيءَ ۾ وڏيڪ تعليم پرائڻ جو بندوبست ٿي سگهيو هو ۽ انگريزي پڙهڻ لاءِ آءٌ ڪراچي پهتو هوس". (١٧١) مطلب ته جويي صاحب جي تعليم ۽ گذران جو سڄو بندوبست مسٽر جي - ايم - سيد صاحب ڪيو ۽ صاحب موصوف هن جي ڪفالت پنهنجي اولاد وانگر ڪئي هئي. ڪيس نوڪري به شاهه صاحب جي سفارش سان ملي ۽ جويو صاحب کي سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري به شاهه سائين مقرر ڪرايو هو.

جناب جي ـ ايم ـ سيد صاحب جي ڪتابن جي تصحيح بہ جويو صاحب پاڻ ڪندو آهي. ان جو اعتراف شاهہ صاحب ڪي بہ آهي، هو پنهنجي ڪتاب " جنب گذاريم جن سين" ۾ لکي ٿو تہ " مهراڻ جا ڪيترا ايڊيشن، ادبي بورڊ جا ڪتاب، بلڪ منهنجا ڪيترا لکيل ڪتاب سندس قلم جا ممنون منت آهن." ( جلد ٻيو صفحو ٣٦١) ڪيترن ماڻهن جو خيال آهي تہ جناب جي ـ ايم سيد صاحب صوفي خيالن رکڻ ڪري ڪنهن جي دل آزاري نہ ڪندو آهي. هن جي ڪتابن ۾ بعض قابل اعتراض تحريرون جويي جون آهن. ڇوجو جويو ٻين کي استعمال ڪرڻ ۾ مهارت ٿو رکي. هو پنهنجيون لکڻيون ٻين جي نالن تي بہ ڇپرائيندو آهي ۽ ان نموني گمنام ماڻهن کي بہ اڳتي آڻڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. مهراڻ ۾سکر جي معروف اديب شيخ عبدالرزاق راز صاحب لکي ٿو تہ " هن ننڍي کان وڏو ۽ وڏي کي تمام وڏو، گمنام کي نامور بڻائي سنڌين سان روشناس ڪرايو." (مهراڻ جنوري تا مارچ ٧٥ صفحہ ١٧١)

## جويي جي روش مخالفن ڏانهن

پنهنجن مخالفن سان حسن سلوڪ ڪرڻ ۽ انهن جي زيادتين کان صرف نظر ڪرڻ عظيم انسانن جو ڪم آهي. تاريخ جا صفحات اهڙين هستين جي ڪارنامن سان ڀريل آهن، جي مستقبل جي نسل لاءِ مشعل راه آهن. افسوس جو اسان جو هي ترقي پسند محترم جويو صاحب اهڙين صفتن کان محروم آهي. هو هڪ دفعي ڪنهن جو مخالف بڻيو تہ موت جي گهڙيءَ تائين ان کي معاف ڪرڻ وارو نہ آهي. حقيقت ۾ اها بہ هڪ قسم جي بزدلي آهي. ڪينو ۽ حسد رکڻ وارو انسان ڪڏهن بہ بهادر تي نٿو سگهي. جويي صاحب جو واقف ڪار محترم راز صاحب هن بابت وڌيڪ لکي ٿو تہ " جويو پنهنجي مخالف کي ڪنهن بہ حالت ۾بخشڻ لاءِ تيار نہ هوندو آهي" . (ص ١٧١).

مون کي ذاتي طور خبر آهي تہ تعليم کاتي جي ايجوڪيشن انسپيڪٽر جي حيثيت ۾ جويي صاحب پنهنجن پراڻن اسڪولي ۽ ڪاليجي دوستن کي بہ نظرياتي اختلاف ڪرڻ ڪري مِنو ڪونہ پاڻيو ۽ انهن کي ڪونہ بخشيو. حالانڪ دنيا جي ظالم ترين انسانن بہ پنهنجن مخالف دوستن کي بخشڻ جو مظاهره ڪيو. هتي فقط مشهور

تاتاري فاتح چنگيز خان جو ذڪر ڪندس، اڄ بہ سندس نالو ظلم جي علامت بڻيل آهي. چونڊا آهن تہ فلاڻو شخص تہ پنهنجي وقت جو چنگيز آهي. بقول اقبال رح

" سڪندر اور چنگيز کے هاتهون سے جهان مين
سو بار هئي حضرت انسان کی قبا چاک".

انهيءَ سفاڪ چنگيز خان پنهنجي هڪ مخالف دوست کي معاف ڪرڻ ٿي چاهيو، حال ۾ چنگيز خان بابت پروفيسر لنارڊ بڪل (Lennard Bickel) جو هڪ ڪتاب "چنگيز خان جي مخفي تاريخ" (The Secret History of Genghis khan) نالي شايع ٿيو آهي. ان ۾ پروفيسر صاحب چنگيز بابت لکي ٿو تہ " چنگيز خان جو ننڍڙن جو دوست جنموڪا نالي هڪ شخص جڏهن چنگيز جي خلاف کنهن قبائلي لڙائي جي شڪست کان پوءِ هنوڻ جنگي قيدي ٿي آيو هو تہ عظيم چنگيز هن کي سندس حياتي بچائڻ جي آڇ ڪئي هئي. جيتوڻيڪ جنموڪا چنگيز خان جا ستر ماڻهو ٻرندڙ تيل ۾ وجهي ساڙائي مارائي ڇڏيا هئا، پر جنموڪا چنگيز جي معافي نامي کي ٺڪرائي گهر ڪئي تہ ڪيس پل ڦاسيءَ تي لٽڪايو وڃي. ان تي چنگيز افسوس جو اظهار ڪندي دلي ڏک سان جنموڪا کي قتل ڪري ڇڏيو."

(When a Childhood friend name Jamuqa is taken capitive after loosing a tribal war against Genghis the Great One offers to spare his Life though Jamuqa had murdered seventy of Genghis men by boiling them in oil. In a Homeric scene Jamuqa refuses the amnesty and demands execution. Sorrow fully Genghis Khan acquiesces and has his friend killed. P _ 100)

پڙهي عبرت پڪڙيو، چنگيز خان جهڙو هڪ سفاڪ جو ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي وانگر لکي پڙهي بہ نہ سگهندو هو، اهو فياضيءَ جو مظاهره ڪندي پنهنجي مخالف کي بخشي ٿو، پر هي اسان جو جناب جويو صاحب ڪنهن بہ مخالف کي معاف نہ ڪندو آهي.

## جويو ۽ علامہ اقبالؒ

جويي صاحب کي علامہ اقبال کان بي حد نفرت هوندي آهي. جيتوڻيڪ جويي صاحب اقبال کي پڙهيو بہ ڪونهي. پر هن جي

ڪارنامن ڪان هو يلي ۽ يت واقف آهي. اقبال بر صغير ۾ قوميت ۽ سيڪيولرزم جو وڏو مخالف، پاڪستان جو خالق ۽ اسلام جي نشاة ثانيه جو علمبردار هو، ان ڪري جويو هن جي نالي کان به چڙندو آهي. مثال طور شيخ اياز جي ڪتاب ” ڪي جو ڀيجل ٻوليو“ جو پيش لفظ لکندي جويو ڊاڪٽر صاحب جو ذڪر ڪيڏو نه حقارت آميز لفظن سان ڪري ٿو. لکي ٿو ته ” ۽ اقبال ته اسان جي ست سمنڊ پار کان آيل حڪمرانن جي لقب خاص جو نوازيل هو ۽ پنهنجي دور جي پست کان پست پيل جاگيرداري اقتدار جو آخر تائين وظيفه خوار به رهيو.“ ( صفحو ٦) جويي صاحب ساڳي صفحي ۾ اقبال سان گڏ غالب ۽ ٽئگور جو به ذڪر ڪيو آهي. مان ڪانئس پڇان ٿو ته ڇا غالب ست سمنڊ پار آيل حڪمرانن جو مداح نه هو. چوي ٿو ته:

” سئو سال سے هے پيشہ آباء سپهگيري
ڪچهہ شاعري ذريعہ عزت نهين مجهے“

۽ ڇا اقبال سان گڏ ٽئگور کي به سر جو لقب مليل ڪونه هو؟ اوهان کي خبر هجڻ گهرجي ته اسان جو سنڌي ليڊر حسن علي آفندي به خانبهادر هو، جو لقب ڪيس انگريزن ڏنو هو. ڇا محض انڪري هو انگريزن جو وظيفه خوار هو؟ ۽ ٻڌو ١٩٤٢ع تائين الله بخش سومرو به خانبهادر رهي چڪو آهي. پوءِ جويي صاحب جي انهن ٻنهي سنڌي ليڊرن بابت ڪهڙي راءِ آهي؟ مرحوم غلام محمد ڀرڳڙيءَ کي به انگريزن کان لقب مليل هو. پوءِ ويچاري اقبال تي ڇاجي ڪاوڙ؟ موجوده دور جي وڏي هندو فلاسفر ۽ دانشور آنجهاني ڊاڪٽر راڌاڪرشن کي به اقبال وانگر سر جو خطاب مليل هو ۽ ڪانگريس پارٽي ١٩٦٥ع ۾ هن کي هندستان جو صدر مقرر ڪيو هو. علامه اقبال هڪ وڏو فيلسوف، مدبر ۽ دانشور هو ۽ دنيا جي سيني دانشورن وانگر هن جي خيالات ۾ به تبديلي پئي آئي. ڪڏهن هو قوم پرست به هو، پر فڪري ارتقا جي ڪري هن بعد ۾ قوم پرستي کي ترڪ ڪيو. پروفيسر برٽرانڊرسل جي هڪ سوانح نگار لکيو ته رسل جي خيالات ۾ ايتري ته تبديلي پئي آئي آهي جو سنڌس ڪن تصنيفن کي پڙهي ماڻهو باور ئي نه ڪري سگهندو ته اهي رسل جي قلم جا لکيل آهن. ساڳي حالت اقبال سان به ٿي. جويي صاحب کي ٻڌائڻ ٿو گهران ته غلاميءَ جي مذمت ۽ آزادي جي حمايت ۾ ويهين صديءَ ۾ اقبال جنهن نموني پنهنجي شاعريءَ جي ذريعي لکيو، ان جو

مثال دنيا ۾ شايد ئي ملي ٿو.

" ڪہ غلامي مين بدل جاتے هين قومون ڪے ضمير"

نيز: "ليڪن مجھے پيدا ڪيا اس ديس مين تو نے
جس ديس ڪے بندے هين غلامي پہ رضامند"

وڏيڪ تہ:

"غلامي مين نہ ڪام آتي هين شمشيرين نہ تدبيرين
جو هو ذوق يقين پيدا تو ڪٽ جاتي هين زنجيرين"

از غلامي دل بميرد در بدن
از غلامي روح گردد بار تن"

هتي ايتري گنجائش نہ آهي . اقبال جي شاعريءَ جو ڪافي حصو انگريز سامراج ۽ سندن تهذيب توڙي ثقافت جي مذمت ۾ڇيل آهي. اهڙي شخص کي انگريزن جو وظيفہ خوار چوڻ جوبي جي سخت جهالت ۽ تعصب آهي. جوبي صاحب کان هڪ سوال ٿو پڇان، اميد تہ هو لاجواب ٿي ويندو. ڇا سنڌ جي مشهور نانا فيمليءَ جو هڪ بزرگ غلام علي نانا خانبهادر ڪونہ هو؟ هي لقب بہ ڪيس انگريزن کان مليل هو. پوءِ جوبي صاحب مهراڻ ۾ پنهنجي هڪ ڇپيل مضمون " منهن جا بزرگ، منهن جا دوست" ۾ نانا صاحب جي ايتري تعريف ڇو ڪئي؟ لکي ٿو تہ " اسان جي هيءَ انتهائي خوش نصيبي آهي، جو اڄ اسان وٽ خانبهادر نانا صاحب جهڙا بزرگ موجود آهن. اسان پنهنجي انهيءَ خوش قسمتيءَ تي جيترا بہ شڪرانا بجا آڻيون، اوترا ٿورا ڇئبا" ڇا هي بہ اڪيائي ان ڪري ڇاڪاڻ تہ خانبهادر نانا صاحب سنڌي هو ۽ سر اقبال غير سنڌي! انهيءَ ساڳي مضمون ۾ جوبي صاحب سنڌ جي هڪ وڏي شاعر مرزا قليچ بيگ جي بيحد تعريف ڪئي آهي. مرزا صاحب مرحوم سنڌي زبان جي وڏي خدمت ڪئي آهي ۽ هو ان خدمت جي ڪري هر تعريف جو مستحق آهي، پر ڇا مرزا صاحب مرحوم ست سمنڊ پار آيل انگريزن جي تعريف جا ڏڪ نہ پريا هئا؟ جيڪڏهن جوبي صاحب کي اها حقيقت معلوم نہ آهي تہ پير علي محمد راشديءَ جو ڪتاب " اهي ڏينهن اهي شينهن" پڙهي ڏسي. محترم پير صاحب لکي ٿو تہ " مير فيض محمد خان جي زماني ۾ لارڊ ليمنگٽن گورنر بمبئي خيرپور ۾ آيو. ان موقعي تي شمس العلماءُ جناب مرزا قليچ بيگ صاحب مرحوم کان هي قصيدو مرحبائي لکرائي مجلس ۾ پڙهايو ويو، ۽ مرزا صاحب پاڻ وڏي فخر سان اهو قصيدو " رياست خيرپور"

مطبوعہ فيض پريس خيرپور سال ١٩٢٤ ۾ درج فرمايو.

## قصيده مرحبائي

" اسان جو شل هجي ايڊورڊ شهنشاه سوڀارو
زياده هو سندس شل عمر ۽ اقبال موچارو
رکي ٿو خلق کي سو خوش رعيت کي سدا راضي
رهي ٿو نت غريبن ۽ اپوجهن تي سو ٻاجهارو".
اڳتي:
" الاهي اهڙي شهنشاه کي قائم رکج دائم
سدا شل هند تي چمڪي سندس اقبال جو تارو
بجا لک شکر آٿيون ٿا لمنگٽن لارڊ صاحب جا
بهادر جو گورنر بمبئي جو آهہ ناميارو."
(صفحہ ٨٦، ٨٧، ڇاپو پهريون، ١٩٧٤ سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد)

علامہ اقبال کي انگريز پرست شاعر الزام لڳائڻ وارا جويبا صاحب! ذرا پنهنجن تي بہ نظر ڪريو، شيشي جي ديوار ۾ ويهي ٻين تي پٿر اڇلائيندا نہ ڪيو.

"اتني نہ بڙها پاکی ئے داماں کي حکايت
دامن کو ذرا ديکهہ ذرا بند قبا ديکهہ"

ان جي باوجود جويبي صاحب مهراڻ ۾ مرزا صاحب مرحوم کي آزادي جو متوالو ۽ انساني زنجيرن کي ٽوڙيندڙ جو لقب ڏنو آهي.کيس خراج عقيدت پيش ڪندي جويبو صاحب لکي ٿو تہ "انسان آزاد پيدا ٿيو آهي پر هو پاڻ کي پاڻ زنجيرن ۾ جڪڙي ٿو." عظيم فرينچ فيلسوف روسو جو اهو مقولو اتي ئي بس ڪونہ ٿو ٿئي، پر ڪي غير معمولي شخص اهڙن سيني خود ساختہ انساني زنجيرن کي ٽوڙي وري بہ پنهنجي جنمي آزادي جي حق کي حاصل ڪري ٿا وٺن". (صفحو ١٩٠)

جويبي صاحب جا حامي هن کي سنڌ ۾ روسو جي فلسفہ جو وڏو ڄاڻو سمجهن ٿا. پر افسوس جو محترم جويبي صاحب مٿي روسو جو سچو قول غلط لکيو آهي. روسو ائين ڪٿي بہ ڪونہ لکيو آهي تہ " انسان پاڻ کي پاڻهي زنجيرن ۾ جڪڙي ٿو." روسو جو هي جملو اصل ۾ سندس ڪتاب (The Social Contract) يعني عمراني معاهدي ۾ نقل ٿيل آهي. جيئن سڀ ڪنهن کي خبر آهي تہ اصل

ڪتاب فرينچ ۾ لکيل آهي، ان جو انگريزي ترجمو مسٽر ڪرئنسٽن (Cranston) ڪيو آهي. روسو جي ڪتاب ۾ عبارت هن طرح نقل ٿيل آهي.
(Man was born free, and he is every where in chains. Those who think themselves the masters of others are indeed greater slaves than they. _P_ 49, Penguin classics)

جنهن جو وري سنڌي ترجمو ٿيندو ته، "انسان آزاد ڄائو هو ۽ هو جتي ڪٿي زنجيرن ۾ جڪڙيل آه. اهڙا ماڻهو جيڪي پنهنجو پاڻ کي ٻين جو آقا تصور ڪن ٿا، سي ئي حقيقت ۾ وڌيڪ غلام آهن." روسو ائين ڪٿي به ڪونه لکيو آهي ته "انسان پاڻ کي پاڻهي زنجيرن ۾ جڪڙي ٿو." جيئن جويو مٿي لکي آيو آهي. جويو صاحب کي مان اپيل ٿو ڪيان ته هو روسو جهڙن عظيم انسانن جا قول خبرداريءَ سان نقل ڪري. ڇوجو روسو جي فڪر ۽ فلسفه جي ڄاڻ بابت اوهان جي هڪ هٿي نه آهي، سنڌ ۾ ٻين به روسو کي چڱيءَ طرح پڙهيو آهي.

## ٽئگور ۽ اقبال جي ڀيٽ ۾ اياز جويي جي نظر ۾

علامه اقبال ۽ ٻين شاعرن بابت اياز جي ڪتاب " ڪي جو ٻيجل ٻوليو" جي مهاڳ ۾ جويو صاحب وڌيڪ لکي ٿو ته، "بهرحال هو سڀئي پنهنجي پنهنجي دور جي بينل ۽ مجيل اقتدار جي ڏاڍ ۽ ڏمر کان محفوظ رهيا بلڪ ڪجهه گهٽ ڪجهه وڌ ان جا دلبند ۽ پيارا بنيا رهيا. اهو انهيءَ ڪري هو جو هو پنهنجي دور جي ان مجيل ۽ بينل اقتدار جا ڪافر يا منڪر نه هئا." ( صفحو ٦)

اهي ڪهڙا شاعر هئا جي پنهنجي دور جي ان مجيل ۽ بينل اقتدار جا ڪافر يا منڪر نه هئا؟ جويي اقبال سان گڏ ٽئگور ۽ لطيف جا نالا پڻ ڄاڻايا آهن. لطيف بابت ته سندس ڪتاب تي اڳتي مجموعي تبصره ڪندس. جويي کان پڇندس ته ڪيئن ٿا چئو ته ٽئگور به پنهنجي وقت جي اقتدار جو ڪافر يا منڪر نه هو؟ ٽئگور پنهنجي شاعري ۽ راڳ ذريعي هندستان ۾ انگريزي اقتدار جي خاتمي ۽ هندواسين کي آزادي ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. جواهر لال نهرو کان وڌيڪ انگريزي اقتدار جو ڪافر ۽ منڪر ٻيو ڪير ٿي سگهي ٿو؟ مٿي جو ڪجهه ٽئگور لاءِ عرض ڪيم، نهرو به ساڳي ڳالهه پنهنجي ڪتاب " تلاش هند" (The Discovery of India) ۾ ورجائي آهي. هو ٽئگور بابت لکي ٿو ته:

(He (Tagore) was no Politician, the freedom of Indian people to remain always in his ivory tower of poetry and song. _ P _ 342, London 1960 Ed)

نہ فقط ايترو پر دانشور جويي صاحب کي خبر هئڻ گهرجي تہ هندستان ۾ انگريزي اقتدار جي وڏي ڪافر ۽ منڪر مسٽر موهنداس گانڌي کي "مهاتما" جو لقب بہ ٽئگور ڏنو هو. مهاتما گانڌيءَ جي هڪ مستند سوانح نگار لوئس فشر پنهنجي ڪتاب "گانڌي" (Gandhi) ۾ ٽئگور ۽ گانڌي جي وچ ۾ نهايت ئي حسين ۽ بليغ لفظن ۾ پيٽ ڪئي آهي. ان مان ثابت ٿو ٿئي تہ هندستان کي ڌارين جي اقتدار کان آزادي ڏيارڻ لاءِ مهاتما گانڌيءَ جي سوچ تي ٽئگور جو وڏو اثر هو. فشر لکي ٿو تہ " گانڌيءَ جو ٽئگور سان ان ڳالهہ تي اتفاق هو تہ هندستان جون هٿ ڪڙيون خود ساختہ آهن. ٽئگور هڪ هنڌ لکيو آهي تہ " او قيدي! مون کي تہ ٻڌاءِ هي اڻ ٽٽندڙ ۽ مضبوط زنجير ڪنهن جي آندل آهي؟ جنهن تي قيديءَ جواب ڏنو تہ مون ئي هن زنجير کی خبرداريءَ سان گهڙيو آهی."

(Gandhi believed with Tågore, that India,s shackeles were selfmade. Tagore wrote: Prisioner tell me who was it that brought this unbreakable chain? It was I, said the prisioner, who forged this chain carefully. P _ 51, New York)

جويو صاحب جڏهن ٽئگور کي پڙهيو ئي ڪونهي تہ پوءِ هن بابت هو راءِ ڏيڻ لاءِ ڪٿان مجاز آهي؟ هتي مون کي مشهور يوناني حڪيم ارسطو جو هڪ قول ٿو ياد اچي، جنهن سڪندر بادشاهہ کي مخاطب ٿيندي چيو هو تہ " هڪ ارسطو تو پارا هزار سڪندر ناهي سگهي ٿو. پر هزار سڪندر گڏجي بہ هڪ ارسطو ناهي نٿا سگهن". سو ساڳيءَ طرح هڪ ٽئگور هزار جويا ناهي سگهي ٿو، پر هزار جويا گڏجن تہ بہ هڪ ٽئگور ناهي نٿا سگهن. منهنجي جويي صاحب کي گذارش آهي تہ هو اقبال توڙي ٽئگور جهڙن تاريخ ساز شخصن تي ڪريل حملا نہ ڪري.

who forged this chain carefully. P _ 51, New York)

# شيخ اياز ۽ اقتدار

” ڪي جو ٻيجل ٻوليو“ جي مهاڳ ۾ جويي اقبال ۽ ٽئگور تي نازيبا حملا ڪيا آهن، ان جو تفصيل اوهان مٿي پڙهي آيا. انهن جي مقابلي ۾ جويي صاحب شيخ اياز کي وڏو انقلابي، اقتدار جو معتوب ۽ وڏو اصول پسند، پنهنجي نظريہ سان سچو ڪري لکيو

آهي. لکي ٿو تہ " گلاٽون، تهمتون، گاريون، دڙڪا، حملا، شهر نيڪاليون، ڪال ڪوٺڙيون ۽ ڪيسن مٿان ڪيس، هي تہ اياز ۽ سندس پنهنجي مقصد عظيم سان پنهنجي ساه کان وڌ محبت هئي، جنهن هي سڀ ڪجهہ ٻڌو ڏٺو ۽ سٺو ۽ انکان پوءِ بہ نہ هيٺو ٿيو ۽ نہ پنهنجي راهہ تان هڪ پيرو هٽيو ۽ هچڪيو." (ص ٥) جويو صاحب پنهنجي لاڏلي اياز کي آسمان تي پهچايو. سندس چوڻ مطابق اقبال توڙي ٽئگور وقت جي دور جي اقتدار جاڪافر ۽ منڪر نہ هئا، پر اياز حالتن سان گويا مصالحت نہ ڪئي ۽ هن پنهنجي نظريہ سان سچائي ۽ وفاداري ڏيکاري. جويو صاحب ٻڌائي تہ ڇا اقبال توڙي ٽئگور پنهنجي وقت جي حاڪمن کان اياز وانگر ملازمت جي ڪا خيرات گهري؟ جنوري ڇاهتر ۾ مسٽر سراج ميمڻ هلال پاڪستان ۾ هڪ خبر جي سرخي شايع ڪئي تہ شيخ اياز کي جناب ڀٽي صاحب سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائس چانسلر مقرر ڪيو. پوريءَ سنڌ ۾ هن خبر تهلڪو مچائي ڇڏيو. لاڙڪاڻہ ۾ اياز جي ويجهن دوستن هلايو تہ اياز مجبورًا هي عهدو قبول ڪيو ورنہ هو ڀٽي صاحب جي ڊي - پي - آر جو شڪار ٿي وڃي ها. مون کي تہ اياز جي اصول پرستي ۽ دليري جي چڱي خبر هئي، ان ڪري خبر ٻڌي ڪل نڪري ويم. فرض ڪيو تہ جويو صاحب جي هن لاڏلي ڀٽي جي پٺ ڪري هي عهدو قبول ڪيو، پر جويو ٻڌائي تہ اجان تائين اياز هن عهدي کي ڇو ڇهتيو پيو آهي. پ پ پ جي اقتدار جي زوال کان پوءِ سيد سردار علي شاهہ مهراڻ ۽ جناب محمد موسيٰ ڀٽي جسارت ۾ اياز جي خلاف زبردست مقالا لکيا ۽ گهر ڪئي تہ اياز فورًا استعيفا ڏي. پر دنيا کي معلوم آهي تہ پنهنجي نوڪري بچائڻ خاطر اياز ڪيڏي نہ سرتوڙ ڪوشش ڪئي. شاهہ صاحب کي قاضي محمد اڪبر کان چورايائين، جناب غوث علي شاهہ صاحب وڪيل ۽ سيد ذوالفقار علي شاهہ جاموٽ کي منٿون ڪيائين. هوڏانهن مولانا جان محمد عباسي جي قدمن تي ڪريو. جسارت جي ايڊيٽر جناب صلاح الدين ۽ جناب محمد موسيٰ ڀٽي کي سنڌ يونيورسٽي ۾ گهرائي توبہ تائب ٿيو. صلاح الدين جي ڪتاب " بنيادي حقوق" جون ڪيترين ڪاپيون يونيورسٽي ۾ خريد ڪرايائين. فوجي حڪمرانن آڏو جيئي سنڌ جي شاگردن جو پنهنجي خلاف ڇپايل مواد پيش ڪيائين. جسارت اخبار ۾ جناب جي - ايم - سيد جو هڪ ڇپيل انٽرويو تہ اياز ساهہ سان سانڍي ڇڏيو، ان ۾ شاهہ صاحب جن اياز جي مخالفت ڪئي هئي. اهو انٽر ويو اعليٰ ذريعن آڏو پيش ڪيائين. جناب بروهي صاحب ڏانهن پنڌ ڪيائين. مهراڻ جا ڇپيل اقبال ۽ قائد اعظم نمبر اياز جي بئگ ۾ هميشه

سان هوندا هئا. ڇي مان قائد يا اقبال جو مخالف هجان ها تہ ههڙا ضخيم نمبر ڇو نڪرن ها. مان تہ نظريہ پاڪستان ۾ يقين ڪندڙ ۽ پڪو مسلمان آهيان ۽ مذهب توڙي اخلاق جو مخالف نہ آهيان،مون جو ڪجھ گستاخيون ڪيون، اهي شاعر جي حيثيت ۾ ڪيون ۽ مون سان گڏ ٻين شاعرن بہ اهڙيون گستاخيون ڪيون آهن. طارق اشرف صاحب جو ڪتاب " چوٿين مارچ" ۾ اياز جو هڪ مضمون ڇپيو هو. اڳوات حڪمرانن کي ٻڌايائين تہ اهو مضمون منهنجو لکيل نہ آهي.ڪوشش ڪري ڪتاب تي بندش وجهرايائين.پاڪستان ۾ "سيرت النبي" جو پهريون جلسو يونيورسٽي ۾ اياز منعقد ڪرايو ۽ ان جي صدارت اسلامي ڪائونسل جي هڪ ميمبر جناب خالد اسحاق کان ڪرايائين. هي سڀ حربا هن پنهنجي ڪرسي بچائڻ خاطر ڪيا. يونيورسٽي جي استادن سان ڇڱيءَ طرح پيش اچڻ لڳو ۽ هڪ استاد جناب مسٽر لاکي جي معطلي جا آرڊر هڪدم منسوخ ڪيائين. اياز جي هي روش ڏسي مون دوستن کي چيو تہ جيڪڏهن ڪنهن بہ وقت پاڪستان ۾ جماعت اسلامي حڪومت ڪئي تہ جوبي ۽ اياز وارا ڏاڙهيون رکرائيندا ۽ يونيورسٽي لائبريري ۾ رکيو مولانا مودوديءَ جو تفسير تفهيم القرآن رکيل هوندو ۽ اياز پنهنجن تقريرن۾ چوندو تہ " فرمائي ٿو حضرت علامہ مودودي" ۽ هينئر پاڪستان قومي اتحاد جي حڪومت ٿهي آهي، ٿي سگهي ٿو تہ اياز اتحاد جي صدر مولانا مفتي محمود کي منٿون ۽ ايلاز ڪري ۽ مولانا جي استاد حضرت مدني مرحوم جو فوٽو پاڻ وٽ ساھہ جيان سانڍي رکي ڇڏي.

خدا جو شان ڏسو تہ اهڙي ڪرسي پرست اياز کي جوبو صاحب اقبال ۽ ٽئگور کان بہ مٿانهون درجو ڏئي ٿو.

"ڪعبے ڪس منھہ سے جاؤگے غالب
شرم تم ڪو مگر نھين آتي"

جوبي صاحب جي شخصيت ۽ سندس فڪري پس منظر جو بيان ڪرڻ ضروري هو. هينئر مان محترم جي ڪتاب شاھہ، سچل ۽ سامي بابت پنهنجيون گذارشون پيش ڪندس. بقول اقبال:

"نہ از ساقي.نہ از پيمانہ گفتم
حديث عشق بے باڪانہ گفتم
شنيدم آنچ ازپاڪان امت
ترا باشوخيءَ رندانہ گفتم."

## ڊاڪٽر سارلي جي ناڪام پيروي

جوبي صاحب جي مٿئين ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ مون محسوس ڪيو ته شاهه، سچل ۽ ساميءَ بابت لکڻ وقت سندن عهد جي سياسي تاريخ بيان ڪري ڊاڪٽر سارلي صاحب جي نقش قدم تي هلڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيئن سارلي پنهنجي ڪتاب ” شاهه عبداللطيف آف ڀٽ“ ۾ شاهه جي معاصر وقت جي سياسي حالات هڪ سئو ٽيانوي صفحن ۾ قلمبند ڪيا آهن، تيئن جوبي صاحب به پنهنجي ڪتاب ۾ اهڙي حقير ڪوشش ڪئي آهي. پر جوبي ۽ سارلي جي ڀيٽ ۾ زمين آسمان جو تفاوت آهي ” چه نسبت خاڪ را بعالم پاڪ“ ڊاڪٽر صاحب جي ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ هر شخص تسليم ڪندو ته هو هڪ وڏو عالم فاضل ۽ دانشور شخص هو. شاهه تي هڪ محققانه ڪتاب لکي هن اسان سنڌين تي وڏو احسان ڪيو. هن انگريز مصنف لطيف تي ڪتاب لکڻ لاءِ سوين ڪتابن جو مطالعو ڪيو ۽ هرباب جي خاتمي کان پوءِ هن ناياب ڪتابن جي لسٽ ڏني، جن جو تعداد سون کان به مٿي آهي. ان جي مقابلي ۾ جوبي جي ڪتاب جي ڪا علمي ۽ تاريخي حيثيت ڪانه آهي. ڊاڪٽر سارلي صاحب ڪلهوڙا عهد توڙي مغليه دور جي سياسي تاريخ بيان ڪرڻ بعد، شاهه جي شاعرانه حيثيت، شاهه جو مذهب شاهه ۽ تصوف ۽ رساله جي موضوع تي سنو علمي بحث ڪيو ۽ آخر ۾ شاهه جي رساله مان شعرن جو انتخاب ڏنو آهي، جڏهن ته جوبي جي ڪتاب ۾ اهڙي ڪابه ڪوشش نه ورتي وئي. ڪٿي جوبي جو ڪتاب ۽ ڪٿي ڊاڪٽر صاحب جو ڪتاب. ” چراغ مرده ڪجا شمع آفتاب ڪجا“

## سنڌي سماج، عالمي مذهب ۽ جوبي جي تاريخي جهالت

پنهنجي ڪتاب ۾ جوبو صاحب لکي ٿو ته ” سنڌي سماج جي تاريخ ۾ مذهب ان تي سدائين غالب رهيو آهي. سنڌي سماج جو هر مذهب سان ان جي فاتحانه حيثيت ۾ واسطو پيو آهي. آريہ، ايرانين، يونانين، عربن، ويندي وچ ۾ ٻڌمت جي ” اهنسڪ“ گپتا گهراڻي ۽ برهمڻ واد جي ويدانتي راءِ گهراڻي وارن سڀني سنڌي سماج کي پنهنجي پنهنجي مذهب سان فاتحانه يا ڪم از ڪم حڪومتي انداز ۾

روشناس ڪرايو.“ ( صفحو ١٧ ) جوبي صاحب کان هڪ سوال پڇڻ جي جسارت ڪندس. هو ٻڌا ٿي تہ يونانين جو ڪهڙو مذهب هو، جنهن کي هن سنڌ اندر بقول جوبي صاحب جي فاتحانہ حيثيت ۾ پيش ڪيو هو؟ ڇو جو تاريخ مان اها ڳالهہ ثابت آهي تہ سنڌ عيسوي سن کان اٽڪل ٽي سئو ايڪٽيهہ سال اڳ يا هڪ سئو چوراسي سال اڳ يونان جي بادشاهہ سڪندر اعظم ۽ موريا گهراڻي جي زوال بعد ٻنڪتراءَ جي يونانين جي قبضي ۾ رهي ۽ اهي يوناني ڪنهن بہ مذهب سان تعلق نہ رکندا هئا. سڪندر اعظم توڙي ان کان هڪ سئو سال بعد جو يونان لامذهب هو. نہ فقط يونانين بابت پر گپتا توڙي راءِ گهراڻي بابت جوبي پنهنجي تاريخي جهالت جو مظاهره ڪيو آهي.

## ڇا گپتا گهراڻي وارا ٻڌمت جا هئا ۽ اهي سنڌ تي قابض ٿيا؟

جيئڻ جوبي جي ڪتاب مان مٿي حوالو نقل ڪيو ويو. هو گپتا گهراڻي کي اهنسڪ ٻڌمت جو سمجهي ٿو جا ڳالهہ غلط آهي ۽ نڪي هن گهراڻي جي حڪمرانن ڪڏهن بہ سنڌ تي حڪومت ڪئي. جيئڻ جوبو اسان کي ٻڌائي ٿو. معلوم ٿو ٿئي تہ جوبو سنڌ توڙي هند ۾ تاريخ جي ابجد کان بہ واقف نہ آهي. تاريخ ٻڌائي ٿي تہ وچ ايشيا ۾ اڳاڻي سمي شاڪاس (Shakas) يا سٿينس (Seythians) آڪس (Oxus) ماٿريءَ ۾ آباد ٿيا هئا، جتان کين اوپر مان آيل هڪ قبيلي يوئي شهہ (Yuechih) لوڏي اتر هندستان ڏانهن اماڻيو هو. هندستان ۾ آباد ٿيڻ کان پوءِ شاڪاس وارن ٻڌ ڌرم ۽ هندو ڌرم قبول ڪيو هو. انهن ئي سٿينس کي ڪوشان نالي هڪ مضبوط قبيلي ڪاٺياواڙ ۽ دکن ڏانهن لوڏي ڪڍيو هو ۽ ان نموني سڄي اتر هندستان ۾ ڪوشان قبيلي وارن پنهنجي سلطنت قائم ڪئي هئي، جي وري ٻڌ ڌرم سان تعلق رکندا هئا. هن ئي ڪوشان گهراڻي مان ڪانيشڪا (Kanishka) نالي هڪ بادشاه ٿي گذريو آهي جو ٻڌ ڌرم وارن جي ڏند ڪٿائن جو هڪ مرڪزي هيرو (Hero) آهي. نہ فقط ايترو پر ٻڌمت جي مهيانہ (Mahayana) شاخ جي پوري هندستان، توڙي برما ۽ سيلون ۾ زور انهيءَ ڪوشان گهراڻي جي هڪ شخص نگاربنا (Nagariuna) جي سرتوڙ ڪوشش جو نتيجو آهي. ڪوشان گهراڻي جي حاڪمن جي گاديءَ جو هنڌ موجوده پشاور هو. تفصيل لاءِ ملاحظہ ٿئي ايلٽ (Eliot) صاحب جو ڪتاب History of India told)

by her Historians) هندستان جو دانشور ۽ مؤرخ وزير اعظم
آنجهاني جواهر لال نهرو پنهنجي ڪتاب " تلاش هند" -The Dis)
covery of India) ۾ لکي ٿو تہ"ڪوشان گهراڻي جا حاڪم ٻاهران
آيل هئا. جيتوڻيڪ هنن پاڻ کي هندستان ۽ ان جي ڪلچر ۾ مدغم
ڪيو هو، تنهن هوندي بہ هنن کي پرڏيهي سمجهي خالص قوم
پرستيءَ جي جذبي ماتحت سندن خلاف چندر گپت -Chandra Gup)
ta) نالي .هڪ بادشاهہ تحريڪ هلائي ۽ ان نموني ڪوشان گهراڻي
جو خاتمو آيو ۽ اهڙيءَ طرح عيسوي سن کان ٽي سئو ويهہ سال بعد
عظيم گپتا گهراڻي جو هندستان ۾ پايو پيو ۽ ڪوشان ٻڌمت سان
تعلق رکندا هئا ۽ ٻاهران آيل هئا. گپتا گهراڻي جا خالص هندو هئا ۽
سندن مذهب بہ برهمنزم هو." گپتا گهراڻي جي شروعات بابت جواهر
لال پنهنجي ڪتاب ۾ هيٺينءَ طرح تبصره ڪري ٿو:

(Thus began the age of the Imperial Guptas in 320 A. C. which produced a remarkable succession of great rulers, successful in war and in the arts of peace Repeated in va-sions has produced a strong anti _ foreign feeling and the old Brahaman _ Kashatriyaelement in the country was forced to think in terms of defence both of their homeland and their culture. _ P _ 126 , 127)

قارئين ڪرام آڏو مون گپتا گهراڻي جي تاريخ محض ان ڪري بيان ڪئي جو جويي صاحب هن گهراڻي کي اهنسڪ ٻڌمت جو لکيو آهي جا ڳالهہ بالڪل غلط ۽ تاريخ جي ابتڙ آهي. حقيقي صورتحال اها آهي جا مٿي ايلت ۽ نهرو صاحب جي الفاظ ۾ بيان ڪئي وئي. ڪوشان بہ انگريزن وانگي ڌاريا هئا، سندن مذهب ٻڌ ڌرم هو جو هنن هندستان ۾ پهچي اختيار ڪيو هو.گپتا گهراڻو خالص قومپرستيءَ ڪري وجود ۾ آيو. هنن ڪوشان جي ٻڌ ڌرم بدران برهمنزم ( هندو ازم) اپاريو. ان سان اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ اسان جي سنڌ جي ترقي پسندن جو امام جويو صاحب تاريخ جي علم ۾ ڪيڏو نہ ڪمزور آهي.

## گپتا گهراڻي سنڌ تي حڪومت ڪانہ ڪئي

جويي صاحب پنهنجي زير تبصره ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ " سنڌ سماج جو گپتا گهراڻي جي مذهب سان فاتحانہ حيثيت سان واسطو

پيو." هي انڪشاف بہ هڪ مفروضو ۽ گپوڙو آهي. راقم الحروف هندستان جي قديم توڙي جديد تاريخ انگريزي، اردو ۽ فارسي ڪتابن ۾ پڙهي آهي،پر ڪٿي بہ ائين لکيل ڪونہ آهي تہ گپتا گهراڻي بہ سنڌ تي حڪومت ڪئي هئي ۽ ان کي بہ اڪثر بادشاهن وانگر پنهنجي سلطنت ۾ ملائي ڇڏيو هو. سنڌ جي تاريخ بابت مسٽر لئمبرڪ (Lambrick) صاحب جو ڪتاب ٻن جلدن ۾ سنڌي ادبي بورڊ وارن شايع ڪرايو آهي. پنهنجي ڪتاب جي ٻئي جلد ۾ Sind before the Muslim conquest) ۾ لئمبرڪ صاحب گپتا گهراڻي تي تبصره ڪندي لکيو آهي تہ " ائين ٿو ڏسڻ ۾ اچي تہ گپتا گهراڻي وارن سنڌو ماٿريءَ کي پنهنجي سلطنت ۾ شامل ڪونہ ڪيو هو، پر ڪجهہ سالن لاءِ ٿي سگهي ٿو تہ خراج وصول ڪيو هجين". خراج وصول ڪرڻ لاءِ بہ لئمبرڪ صاحب يقين سان ڪجهہ ڪونہ ٿو چوي، ان لاءِ بہ شڪ کان ڪم وٺي ٿو. ٻين تاريخن ۾ خراج جي وصولي توڙي سنڌو ماٿريءَ کي گپتا گهراڻي جي راڄ ۾ شامل ڪرڻ لاءِ ڪو احوال ڪونہ ٿو ملي. لئمبرڪ جا الفاظ آهن تہ:

(The Guptas do not appear to have incorporated the Indus valley within their dominions, but may have exacted tribute for some years._ P 129)

ملاحظہ ڪندا وجو جوٻي جون تاريخي اڻ ڄاڻايون جڏهن اوهان تاريخ جا ڪتاب پڙهوئي نٿا تہ ان بابت راءِ ڏيڻ لاءِ ڪجهہ اوهان کي محسوس ڪرڻ گهرجي.

## سنڌ جي راءِ گهراڻي بابت جوٻي جي تاريخي اڻ ڄاڻائي

گپتا گهراڻي بابت جوٻي صاحب جي تاريخي اڻ ڄاڻائي ملاحظہ ڪرڻ کانپوءِ سنڌ جي راءِ گهراڻي بابت هن جي ٻي تاريخي اڻ ڄاڻائي کي بہ نوٽ ڪندا وجو.لکي ٿو تہ " ۽ برهمڻ واد جي ويدانتي راءِ گهراڻي وارن سيني سنڌي سماج کي پنهنجي پنهنجي مذهب سان فاتحانہ يا ڪم از ڪم حڪومتي انداز ۾ روشناس ڪرايو." ( صفحہ ١٧)

قطع نظر ان جي تہ سنڌي سماج مان جوٻي صاحب جي مراد ڪهڙي آهي،سوال هي آهي تہ سنڌ جي راءِ گهراڻي کي هن برهمڻ واد ويدانتي چو سڏيو؟ هڪ معمولي پڙهيل سنڌيءَ کي بہ خبر آهي تہ

سنڌ جي راءِ گهراڻي وارا حاڪم برهمڻ واد ويدانتي ڪونه هئا، پر ٻڌ ڌرم جا مڃيندڙ هئا. اندازو ڪيو ته سنڌ سان محبت جي دعويدارن ڪي پنهنجي ئي ڌرتيءَ جي تاريخ بابت معلومات ڪيڏي نه جاهلانه ۽ ماتم انگيز آهي. بقول هڪ فارسي شاعر جي:

" هرڪس ڪه نداند و بداند ڪه داند
درجهل مرکب ابد الدهر بماند."

تاريخ تحفة الڪرام جي مصنف مير علي شير قانع مرحوم راءِ گهراڻي جي پنجن حاڪمن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ لکي ٿو ته " هنن مٿين پنجن راجائن جي حڪومت جو عرصو، هڪ سئو ستٽيهه سال لکيو اٿن. تنهن کان پوءِ برهمڻ جي حڪومت شروع ٿي." (ڇاپو ڇهريون صفحو ١٢) جيئن مٿي عرض ڪيو ويو، هي اهي برهمڻ واد ويدانت ڪونه هئا، جيئن جويي لکيو آهي. ڪرنل لئمبرڪ صاحب به پنهنجي تاريخ ۾ هنن کي ٻڌ مذهب جو پوئلڳ ڪري لکي ٿو:

(The Budhist Rais of Sind belong to the earliest dynasty of the country itself and their names are no where else recorded. _ Vol: 2 P _ 136)

جويي صاحب جي معلومات لاءِ وڌيڪ گذارش ڪندس ته جيتوڻيڪ برهمنزم ۾ ويدانت جو خيال پراڻو آهي،پر راءِ گهراڻي (يعني اڄ کان چوڏهن سو سال اڳ) جي وقت ۾ ويدانت جو فلسفو اڄوڪي اصطلاح منجهه استعمال نه ٿيندو هو. هندو مذهب ۾ ويدانت جي مٿي کي پوري ڪمال تي آڻڻ وارو هندستان جو مشهور فلسفي شري شنڪر آچاريه آهي جنهن ويدانت، سوترن ۽ ڀڳود گيتا تي پنهنجون بي مثال! تحريرون لکيو هيون. شنڪر راءِ گهراڻي جي عهد ۾ پيدا ڪونه ٿيو، پر بعد ۾ غالباً ٧٨٨ ع ۾ پيدا ٿيو ۽ ٻٽيهن سالن جي عمر ۾ هماليه جبلن ۾ وفات ڪيائين. ويدانت جو لفظ راءِ گهراڻي لاءِ استعمال ڪرڻ سان ائين پيو معلوم ٿئي ته جويي صاحب کي اهو پتو به نه آهي ته هن مٿي جو باني ڪڏهن پيدا ٿيو هو؟

## ڇا سنڌي سماج اسلام کي فاتحانه حيثيت ۾ قبول ڪيو؟

عربن جي متعلق به جويي صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو ته "هنن سنڌي سماج کي پنهنجي/ مذهب ( اسلام) سان فاتحانه يا ڪم از ڪم حڪومتي انداز ۾ روشناس ڪرايو." (صفحو ٧)

جويي صاحب کي معلوم هئڻ گهرجي ته ڪنهن به مذهب يا نظريه کي حڪومتي انداز ۾ روشناس ڪرائڻ ڪو ڏوهه نه آهي، دنيا ان نموني جي روشناسي کي قبول ڪري چڪي آهي ان معاملي ۾ ذهني الجهن ان ڪري ٿي جو دنيا جي مذهبن ۽ نظرين جي پکڙجڻ بابت تاريخ جو مطالعو نه آهي. مثال طور هندستان ۾ ٻڌ ڌرم کي حڪومتي انداز ۾ روشناس ڪرائڻ وارو شهنشاهه (Ashoka) اشوڪ هو جيڪو عيسوي سن کان اٽڪل ٻه سو سال اڳ پيدا ٿيو هو. هن صاحب پنهنجي رضا خوشيءَ سان ٻڌ مذهب قبول ڪيوهو ۽ ان بعد پوري هندستان خواه ٻاهر ٻڌ ڌرم جو چرچو ٿيو. يورپ ۾ عيسائيت به حڪومتي انداز ۾ روشناس ٿي ۽ اهو ڪرشمو رومي شهنشاهه قسطنطنيه جو هو. هن جي ماءُ لابينه پهرين عيسائي ٿي هئي، ان کان پوءِ سندس پٽ عيسائي مذهب اختيار ڪري پوري يورپ ۾ عيسائي مذهب جو پرچار ڪيو، يورپ ۾ عيسائيت جي روشني رومن سلطنت مان، جيئن مٿي بيان ڪيو ويو، پهتي هئي، ان ڪري مغرب جا دانشور ۽ اديب پاڻ کي رومي سلطنت جي شهري سڏائڻ ۾ فخر محسوس ٿا ڪن. مثال طور مغرب جي مشهور اديب، دانشور ۽ نقاد مسٽر ٽي - ايس - ايلٽ پنهنجي ڪتاب (On Poetry and poets) ۾ لکيو آهي ته:

(We are all, so far weinherit the civilization of Europe, still citizens of the Roman Empire. P 130)

جويي صاحب کان پڇڻ جي جسارت ڪندس ته ڇا ڪميونزم جو نظريو روس ۾ حڪومتي انداز سان روشناس ڪونه ٿيو هو؟ هن نظريي جو باني ڪارل مارڪس مغرب ۾ پيدا ٿيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. روس ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي مقبوليت جو اهو حال هو جو ١٩١٧ ۾ زار شاهي جي خاتمي کان پوءِ، جيڪا عارضي اسيمبلي وجود ۾ آئي، ان ۾ بالشويڪ ( ڪميونسٽ) پارٽيءَ جا بمشڪل سڀي هائوس ۾ پنج يا ڇهه ميمبر چونڊجي آيا هئا. پر نئين مينشويڪ حڪومت غلطي ڪري جرمنيءَ سان پنهنجي پيش رو حڪومت جي نقش قدم تي هلي جنگ جاري رکڻ جو اعلان ڪيو. هن جنگ مان سڀ فوجي توڙي سول آفيسر بيزار هئا. ليئن (Lenin) ان جو فائدو وٺي اعلان ڪيو ته اقتدار ۾ اچڻ ڪانپوءِ اسين جرمنيءَ سان صلح ڪنداسون. هڪدم مينشويڪ گورنمنٽ جي خلاف فوجي انقلاب آيو. بالشويڪ ليئن جي قيادت ۾ آڪٽومبر ١٩١٧ع ۾ حڪومت تي قبضو ڪيو ۽ ليئن فورًا جرمنيءَ سان بريسٽ لٽواڪ معاهدو جنگ بنديءَ جو اعلان ڪيو. ڇا روس ۾ ڪميونزم حڪومتي

انداز ۾ روشناس ڪونه ٿيو؟ ان حساب سان جيڪڏهن عربن اسلام کي سنڌي سماج ۾ حڪومتي انداز ۾ روشناس ڪرايو ته ان ۾ ڪهڙو عيب آهي؟

## اسلام ۽ ان جي فاتحانه حيثيت

جويي صاحب کي معلوم هئڻ گهرجي ته سنڌ توڙي ٻئي هنڌ اسلام فاتحانه يا ٻين لفظن ۾ تلوار ذريعي ڪونه پکڙيو هو، پر ماڻهن ۾ هن دين جي تعليمات مقناطيسي اثر پيدا ڪيو ۽ انسانن جي انبوهه اسلام کي قبول ڪيو. ماڻهو ان وقت جي مسلمانن جي اخلاق، تهذيب، شرافت، ۽ خداترسي ۽ توحيد جي نظريي کان متاثر ٿي پنهنجو اباڻو مذهب ڇڏي مسلمان ٿيا. دنيا ۾ هي عظيم ترين اسلامي انقلاب عوام الناس جي حمايت جي بغير ڪيئن وقوع پذير ٿيو؟ هي انقلاب ايڏو ته وسيع ۽ همه گير هو، جو عظيم يورپي مورخ گبن (Gibbon) صاحب پنهنجي مشهور ڪتاب "رومي سلطنت جو زوال" "Decline and Fall of the Roman Empire" ۾ اسلامي انقلابن کي پنهنجي مخصوص فصيحانه ۽ عالمانه لهجه ۾ هيئن طرح بيان ڪري ٿو:

And our eyes are curiously intent on one of the most memorable revolutions which have impressed a new ,and lasting character on the nation of globe. P _ 649 .Pelican London

سنڌ توڙي ٻين هنڌ هن انقلاب جي ڪاميابيءَ جو راز ان ۾ هو ته سنڌ جي مجبور ۽ مقهور عوام ظالم برهمڻ راڄ جي تنگ دلي ۽ بربريت ڪري خدا ترس عربن جو ساٿ ڏنو هو. جويو صاحب پاڻ هندستان جي ڪميونسٽ ليڊر مسٽر ايم اين راءِ جو عقيدت مند هو. هتي سنڌس منطق جي رد ۾ مسٽر راءِ جي ڪتاب "اسلام جو تاريخي ڪردار" (Historical Role of Islam) مان چند حوالا پيش ڪجن ٿا، پڙهي پاڻ انصاف ڪيو ته سنڌ ۾ اسلام حڪومتي انداز ۾ ڪيئن روشناس ٿيو؟ جو جويي صاحب هي لفظ لکي ثابت ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي آهي ته سنڌ ۾ اسلام ڏنڊي جي زور تي ڦهليو ۽ مخالفن جي مذهبي آزادي ختم ڪئي وئي هئي. مسٽر ايم - اين - راءِ لکي ٿو ته "محمد بن قاسم سنڌ کي جٽن ۽ ٻين زراعت پيشه قبيلن جي پرزور حمايت سان فتح ڪيو هو، جو جو اهي برهمڻ حڪمرانن جا ستايل هئا. سنڌ ملڪ فتح ڪرڻ کان پوءِ ابن قاسم اڳئين عربن جي پاليسيءَ جي پيروي ڪئي."

Muhammad Ibn Kassim conquered Sind with the Active assistance c the Jats and other agricultural communities oppressed by the Brahman rulers. (P _ 96)

اڳتي هلي هندستان جو هي ڪميونسٽ دانشور مشهور انگريز مورخ ايلٽ صاحب جو حوالو ڏئي ٿو، جنهن پنهنجي ڪتاب: "هندستان جي تاريخ" ۾ لکيو آهي ته " محمد بن قاسم امن ۽ صلح قائم ڪرڻ لاءِ ملڪ جي برهمڻن ڪي اعتماد ۾ ورتو ۽ انهن جون خدمتون حاصل ڪيون هيون. هن برهمڻن کي پنهنجن مندرن ۽ عبادتگاهن جي مرمت، اڳئين وانگر هنن کي پنهنجي مذهب تي هلڻ ۽ دل گهرڻ ڪرڻ جي اجازت ڏني هئي. نه فقط ايترو پر ڪين روايتي لوڪل انتظام هلائڻ لاءِ نوڪريون ڏنيون هيون. "

"Muhammad Ibn Kassim employed the Brahmans in pacify-" ing the country by taking them into confidence. He allowed them to repair their tempeles and to follow their own religion as before, placed the collection of Revenue in their hands and employed them in continuing the traditional systems of local administration." P_ 96)

سنڌ جي عوام کي عربن جي حملي کان اڳ پڻ ڪاهه ڪندڙن جو تلخ تجربو هو. انهن بستين جون بستيون تباهه ڪيون. انسانن جي بنيادي حقن سان مذاق ڪيائون، پر سنڌي سماج محمد بن قاسم کي بئي رنگ ۾ ڏٺو، جنهن جو بيان اوهان مٿي پڙهي آيا. مسٽر راءِ اڳتي لکي ٿو ته، " عربن سنڌ جي عوام جي جان ۽ مال جو تحفظ ڪيو ۽ اهوئي سبب آهي جو هتان جي عوام انهن جي اسلامي قانون ۽ مذهب کي تسليم ڪيو." جويي صاحب کي گهرجي ته اهي تحريرون پڙهي ڏسي. ان حڪومتي نموني سان اسلام سنڌ ۾ روشناس ٿيو. ڇا ايم - اين - راءِ ۽ ايلٽ جهڙن دانشورن کي؟ معاف ڪري، هتي ته گهٽ ڪي ڪيس ته اهو به پتو نه آهي ته راءِ گهرائي جا حڪمران برهمڻ هئا يا ٻڌ ڌرم جا مڃيندڙ!

"صادق هون اپنے قول کا غالب خدا گواه
کهتا هون سچ که جهوٹ کي عادت نهين مجهے"

## ڇا انگريز مذهبي لاتعلقي جي پاليسي تي هليا!

جويو صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ اڳتي لکي ٿو ته " سنڌي سماج جي سڄيءَ تاريخ ۾ رڳو هڪ سؤ سالن جو عرصو اهڙو رهيو آهي،

جڏهن مسيحي فاتح قوم پنهنجي سياسي ۽ تهذيبي فوقيت قائم ڪرڻ لاءِ مذهب کي هٿيار طور استعمال نه ڪيو، جنهن صورتحال کي جديد دنيا ۾ "مذهبي آزادي" يا "مذهبي لاتعلقي" چئجي ٿو، ان کي پنهنجي حڪومت جي واضح پاليسيءَ طور عمل ۾ آندو ۽ قائم رکيو." (ص ١٧)

ائين ٿو ڏسڻ ۾ اچي ته جوبي صاحب مسيحي قوم جي سامراجيت جي فلسفه کي سمجهڻ جي ڪوشش ئي نه ڪئي آهي. جيڪڏهن هندستان - پاڪستان جي آزاديءَ کان اڳ ڪوبه شخص مٿيان جملا ورجائي ها ته ڪيس هڪدم انگريزن جو ايجنٽ ڪوٺجي ها. اصل حقيقت هن طرح آهي ته مسيحي فاتح قوم پنهنجي سياسي ۽ تهذيبي فوقيت قائم ڪرڻ لاءِ مذهب کي هٿيار طور خوب استعمال ڪيو هو. هنن بظاهر مذهبي لاتعلقي جي پاليسي اختيار ڪئي هئي پر ڳجهه ڳوهه ۾ عيسائي مشنرين کي ولايت مان گهرائي انهن جي همت افزائي ڪئي. سترهين صديءَ ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني قائم ٿيڻ کان اڳ هندستان ۾ هڪڙو به عيسائي ڪونه هو. پر اڄ هندستان ۾ ٻه ڪروڙ عيسائي رهن ٿا. اهي عيسائي سڀ هندستاني آهن جن مشنرين ذريعي پنهنجو ڌرم بدلايو. عيسائي مشنرين جو سمورو خرچ انگريز سامراجي پاڻ ڀريندا هئا. ڇا اها مذهبي لاتعلقي جي پاليسي آهي؟ هن سلسلي ۾ آفريقا جي هڪ سياستدان "جو موڪنياٽا" جو هڪ قول نهايت ئي سبق آموز آهي ۽ مسٽر جوبي ڀاران انگريز پرستن جي توجهه جي لائق آهي. ته جومو هڪ مغربي ڊپلوميٽ کي خطاب ڪندي چيو هو ته ،" جڏهن اوهان انگريز آفريقا ۾ آيا ته ان وقت اسان جي هٿ ۾ ملڪ هو ۽ اوهان جي هٿ ۾ انجيل. هينئر اوهان انجيل اسان کي هٿ ۾ ڏيئي پاڻ حڪومت تي قابض رهيا."

اڻويهين صديءَ جي انگريز سياستدان لارڊ ويلنگٽن جي پارليامينٽ ۾ ڪيل تقرير اڃا به رڪارڊ تي موجود آهي، جنهن ۾ هن قرآن مجيد کي هٿ ۾ کڻي اعلان ڪيو هو ته " جيستائين هي قرآن مسلمانن ۾ موجود آهي، اوستائين مسلمانن کي غلام ڪرڻ مشڪل آهي." ڇا اها مذهبي لاتعلقي جي پاليسي آهي؟ علامه اقبال لارڊ ويلنگٽن جي جواب ۾ چيو هو ته:

توحيد کي امانت سينون مين هے همارے
آسان نهين مٽانا نام و نشان همارا

جوبي صاحب کي گذارش ٿو ڪريان ته هو مغرب جي هڪ عظيم تاريخدان پروفيسر ٽوائن بي (Toynbee) جي ڪتاب "دنيا ۽ مغرب" (World and the West) جو باب "اسلام، مغرب ۽

مستقبل" (Islam the West and future) جو مطالعو ڪري، جو سندس مٿين ڪتاب جي باب ١٠ صفحو ١٦٤ کان شروع ٿئي ٿو، هي سڄو باب جويي صاحب جي منطق کي ڪليءَ طرح باطل ثابت ڪري ٿو.

هي بي سمجهہ سمجهو هي اڻ چاڻ چاڻو
پريءَ بزم ۾ مون اڪيلو گذاريو

## سنڌي سماج جي ٻيهر معتبرائي حاصل ڪرڻ

پنهنجي ڪتاب ۾ سنڌي سماج بابت گفتگو ڪندي جويو صاحب وڏيڪ لکي ٿو تہ، "اها ڪيڏي نہ افسوس جي ڳالهہ آهي، جو ان مذهبي آزاديءَ جي مختصر دور ۾ ٿي اقتدار ۽ معتبرائيءَ کان محروم پر ان کي ٻيهر حاصل ڪرڻ جي شوق ۾ ورتل مذهب، سياست کي هٿيو بڻائي سنڌي سماج جي ايڪي بلڪ ان جي وجود کي وڏ ۾ وڏ نقصان پهچائي سگهيو." (صفحو ١٧)

جويي صاحب جي مٿين لفظن مان ظاهر آهي تہ پاڪستان حاصل ڪرڻ لاءِ اسلام جي جهنڊي هيٺ هڪ سنڌي قائد اعظم مرحوم جي ليڊرشپ تحت برصغير جي ٻين مسلمانن سان گڏ، سنڌي مسلمانن جيڪا جدوجهد ڪئي هئي، جويو صاحب ان کي ننڌي ٿو ۽ وڏيڪ چوي ٿو تہ مذهب ۽ سياست کي ملائڻ واري پاليسيءَ سنڌي سماج جي ايڪي بلڪ ان جي وجود کي وڏ م وڏ نقصان پهچائي سگهيو. ڪير بہ ڪٿي هزار دفعا ماتم ڪري، پر حقيقت هي آهي تہ دين اسلام سياست کان جدا نہ آهي. علامہ اقبال رح بالڪل صحيح فرمايو تہ:

"جلال بادشاهي هو ڪہ جمهوري تماشا هو
جدا هو دين سياست سي تو رهہ جاتي هي چنگيزي"

هن موضوع بابت تہ اڳتي بحث ڪبو، پر جويي صاحب کي خبر هئڻ گهرجي تہ فقط اسان جي ليڊر مذهب کي سياست سان ملائي ڪو ڏوهہ ڪونہ ڪيو آهي جنهن لاءِ سنڌي مسلمانن کي مطعون ڪيو ٿا. پر حقيقت هن طرح آهي تہ خود هندن جو عظيم المرتبت ليڊر مهاتما گانڌيءَ بہ مذهب کي سياست سان ملائڻ جو اقرار ڪيو آهي. نہ فقط ايترو پر ان فعل تي هو فخر بہ محسوس ڪري ٿو. هيٺ هندستان جي مشهور فلسفي ۽ سابق صدر جمهوريہ هند ڊاڪٽر

راڌاڪرشنن جي انگريزي ڪتاب: مهاتا گانڌي (Mahatma Gandhi) مان سياست ۽ مذهب بابت خود گانڌيءَ جا پنهنجا چيل الفاظ نقل ڪجن ٿا. انهن کي پڙهي عبرت پڪڙيو ۽ پنهنجي من کان پڇي ڏسو تہ ڇا هندستان کي بيروني ۽ سامراجي حڪومت کان آزاد ڪرائڻ وارو هي ڪونڌر شخص مسٽر گانڌي مذهب کي سياست سان ڪونہ ملائيندو هو؟ پوءِ هرويرو مسلمانن تي جوبي صاحب جي ايتري ڪاوڙ ڇو؟

ڊاڪٽر راڌا ڪرشنن پنهنجي ڪتاب ۾ گانڌي جا مذهب ۽ سياست بابت چيل الفاظ نقل ڪري ٿو. گانڌي فرمائي ٿو تہ، "زمين جي هن فاني بادشاهت هٿ ڪرڻ لاءِ مون کي ڪابہ خواهش نہ آهي، مان تہ آسمان جي بادشاهت جي حصول لاءِ جدوجهد ڪريان ٿو، جنهن ۾ روحاني ڇوٽڪارو آهي. پنهنجي ملڪ توڙي انسان ذات جي خدمت ڪرڻ لاءِ لڳاتار سخت محنت ۽ جانفشاني ڪرڻ ئي مون لاءِ نجات جو ذريعو آهي. هر ساهہ واري سان پنهنجو اهجاڻ رکڻ گهران ٿو، گيتا جي الفاظ ۾ آءٌ دوست چاهي دشمن سان امن ۽ شانتيءَ ۾ رهڻ چاهيان ٿو. ان ڪري منهنجي حب الوطني مون لاءِ دائمي آزادي ۽ سلامتي ۽ امن واري هنڌ ڏانهن سفر ڪرڻ واسطي هڪ ڏاڪو آهي، تنهن ڪري ڏسڻ ۾ ايندو تہ مون وٽ اهڙيءَ سياست لاءِ ڪا گنجائش نہ آهي جا مذهب سان گڏيل نہ هجي. سياست مذهب کان سواءِ موت جي برابر آهي، ڇو جو اها روح کي قتلام ڪري ٿي ڇڏي ۽ سياست مذهب جي ماتحت آهي.

Thus it will be seen that for me there are no politics devoid of religion. They subserve religion. Politics be reft of religion are a death trap, because they kill the soul ( P _ 14 Bombay, 1964 Ed)

گانڌيءَ جا مٿي چيل الفاظ پڙهي احساس ٿيڻ گهرجي. گانڌي هندو مذهب جو وڏو چئمپين آهي ۽ هندو ازم جيتوڻيڪ سياست سميت انساني معاملات بابت اسان جي مذهب اسلام وانگر ڪا رهنمائي نٿو ڪري، ان هوندي بہ گانڌي چوي ٿو تہ هو اهڙي سياست ئي نہ چاهي جا مذهب کان خالي هجي، پوءِ ان منطق ۽ حساب سان جيڪڏهن سنڌ جي مسلمانن پاڪستان وٺڻ لاءِ مذهب کي سياست سان ملائي ڪو قدم کنيو تہ ان لاءِ منيان ڇو ٿي لڳي؟

## مسٽر جويو، مذهب، رياست ۽ عقل جو بحث

جويو صاحب لکي ٿو ته، " مذهب ۽ رياست جي شعبن جا ماڻهو انهيءَ ڪري سدائين پنهنجيءَ پنهنجيءَ دنيا کي تبديلي کان بچائڻ ۽ جيئن جو تيئن قائم رکڻ جي ڪوشش ۾ لڳا رهندا آهن ۽ ماڻهن جي عقل استعمال يعني انهن جي فڪر جي آزاديءَ کي گهٽيندا ۽ روڪيندا رهندا آهن. ايمان يعني مذهب پنهنجي مضبوطيءَ لاءِ طاقت يعني رياست جو قبضو يا ڪم ازڪم ان جي سرپرستي چاهيندو آهي ۽ ساڳيءَ طرح رياست پنهنجي مضبوطيءَ لاءِ مذهب جو قبضو يا ڪم ازڪم ان جي مدد چاهيندي آهي ۽ ٻئي گڏجي سٽل ڪيو، عقل تي منڌ هنيو ۽ زنجير وجهيو وڻا رهندا آهن. هن سلسلي ۾ بهترين صورتحال ته ظاهر آهي ته هيءَ هئڻ گهرجي ته رياست ۽ مذهب طاقت ۽ ايمان، ٻيئي عقل يعني تهذيب جي ضابطي ۽ تاديب هيٺ رهن ۽ ان جي اوسر ۽ واڌاري لاءِ ڪم اچن." (صفحو ٢١)

جويي صاحب جي مٿين عبارت مان ظاهر آهي ته هو مذهب کي سياست ۽ رياست جي شعبي کان بي دخل ڪرڻ گهري ٿو. ڪيس ان جو جواب تفصيل سان ڏيڻ گهران ٿو، ڇو جو جويي صاحب وارن ان بابت ڪافي غلط فهمي اسان جي نئين نسل جي دماغ تي وهاري آهي. ٻيو سبب هيءُ آهي ته خود جويي صاحب کي اسان جي مذهب جو ڪوبه مطالعو نه آهي. ان ڪري مون کي حقيقتن جي انڪشاف ڪرڻ لاءِ تفصيل ۾ وڃڻو ٿو پوي. مغربي مفڪرن ۽ تاريخدانن کي اسان جي مذهب سان ڪابه همدردي ڪانه هوندي آهي، ان جي باوجود انهن عربي ٻولي سکي اسان جي دين اسلام جو مطالعو ڪرڻ شروع ڪيو ته ڪين حيرت وئي وئي ۽ انهن پنهنجن ڪتابن ۾ لکيو ته اسلام ۽ رياست ۽ سياست جي ڪابه جدائي نه آهي ۽ هي دين سياست ۽ رياست هلائڻ لاءِ به رهنمائي ڪري ٿو. اهو سندن مطالعي جو نتيجو آهي. جويي صاحب جي ڪتابن مان مٿينءَ نقل ٿيل عبارت جي ترديد ۾ هتي مغرب جي هڪ فاضل شخص پروفيسر نڪلسن (Nicholson) صاحب جي مشهور ڪتاب " عربن جي ادبي تاريخ" (A Literary history of the Arabs) مان هڪ حوالو نقل ڪجي ٿو، جنهن ۾ هي انگريز اسڪالر چوي ٿو ته، " مسلم چرچ ۽ رياست لازمي طرح هڪڙي شيءِ آهي ۽ (هتي) سياست کي مذهب جي بغير سمجهڻ ڏکيو ۽ ناممڪن آهي."

"Since the Moslem church and state are essentially one, it is impossible to treat of politice a part from religion, nor can religious phenomena be understood without continual refer-

ence to political events. ( P .182, 1956 EdLondon)

نڪسلن ڪان علاوه سيني مستشرقين پنهنجين تصنيفن ۾ کولي لکيو آهي ته مسلمانن جو مذهب سياست کان جدا نه آهي. جويي صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ سڄو زور ان ڳالهه تي ڏنو آهي ته رياست ۽ مذهب کي پنهنجي پنهنجي دائري ۾ ڪم ڪرڻ ڏنو وڃي، ان ڪري لازم آهي ته هن موضوع تي ڪجهه تفصيلي گفتگو ڪجي.

## جويو صاحب ۽ مذهب بہ معنيٰ ايمان

جويي صاحب جي اڻ ڄاڻائي ملاحظہ فرمايو جو هو مذهب جي

معنيٰ ڪري ٿو ايمان. لکي ٿو ته، " ايمان يعني مذهب" ايمان کي مذهب جي معنيٰ ۾ وٺڻ سخت جهالت آهي، ايمان جو انگريزي ترجمو ٿيندو(Believe) ڪنهن کي مذهب ۾ ايمان هوندو آهي ته ڪو ڪميونزم ۾ ايمان رکي سگهي ٿو. انگريزي ٻوليءَ ۾ ڪو چئي سگهي ٿو ته:

.(I believe in Communism) يا (I believe in Religon).

خود برٽرانڊ رسل پنهنجي ڪتاب " مان ڇو عيسائي نه آهيان" (Why I am not a Chrystian) ۾ ايمان (Believe) جو لفظ استعمال ڪري لکي ٿو ته، " منهنجو ايمان آهي ته مرڻ کان پوءِ سڙي بوسيده ٿي ويندس ۽ منهنجي ڪابہ خودي يا انانيت باقي نه رهندي."

(I believe that when I die I shall rot and nothing of my ego will survive)

ڏسو مٿين جملي ۾ برٽرانڊ رسل پنهنجي لاءِ "ايمان" جو لفظ لکيو آهي جنهن جي معنيٰ جويو صاحب "مذهب" وٺي ٿو ته پوءِ ان منطق سان جويو صاحب ٻڌائي ته واقعي رسل بہ مذهبي ماڻهو هو؟ حالانڪ اسان سيني کي خبر آهي ته هو هڪ وڏو لامذهب انسان

## مذهب، دين ۽ سياست

ياد رکڻ گهرجي ته "مذهب" اصل ۾ عربي لفظ آهي جو وزي ذهب مان مفعل جي وزن تي اسم ظرف آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ ٿيندي " وڃڻ جي جاءِ يا رستو." عربي هجڻ جي باوجود قرآن مجيد ۾ اسلام لاءِ مذهب جو لفظ استعمال ٿيل نه آهي، پر ان لاءِ "دين"

جو لفظ استعمال ٿيل آهي. جهڙوڪ " ان الدين عندالله الاسلام" تحقيق خدا وٽ (پسنديده) دين اسلام جو آهي.) "يدخلون في دين الله افواجا" يعني (فوج در فوج ٿي خدا جي دين ۾ داخل ٿيندا) غرض تہ اسلام لاءِ لفظ دين يا دين الحق جا لفظ قرآن ۾ استعمال ٿيل آهن. ان ڪري لازم آهي تہ پهريائين دين جي لغوي تشريح ڪريون ۽ جاچي ڏسون تہ ڪلام عرب ۾ دين ڪهڙن مفهومن ۾ استعمال ٿيندو آهي. عربيءَ ۾ لفظ "دين" جزا سزا يا بدلي ۽ مڪافات لاءِ بہ استعمال ٿيندو آهي جهڙوڪ سورة فاتحة ۾ "مالڪ يوم الدين" استعمال ٿيل آهي.

## مولانا آزاد جي تفسير ترجمان القرآن ۾ دين جي لفظ جي تشريح

حضرت مولانا ابوالڪلام آزاد عليه الرحمة جي علم ۽ فضل کان جويو صاحب انڪار نہ ڪري سگهندو. مولانا مرحوم پنهنجي تفسير "ترجمان القرآن" ۾ لفظ دين بابت تحقيق ڪندي لکي ٿو تہ، " سامي زبانون ڪا ايڪ قديم ماده دان اور دين هي جو بدلہ اور مڪافات ڪي معنون مين بولا جاتا تها اور پهر آئين و قانون ڪي معنون مين بهي بولا جاني لگا." (جلد اول صفحہ ۱۴۴ ڪراچي) گويا دين جي معنيٰ ٿي ٿيندي قانون ۽ آئين پوءِ ان مفهوم وارو لفظ دين، سياست ۽ رياست کان ڪيئن جدا ٿي سگهندو؟

## مولانا مودودي جي تفهيم القرآن ۾ دين جي تشريح

مولانا آزاد مرحوم کان پوءِ هينئر مان هڪ ٻئي جليل القدر عالم مولانا مودودي صاحب جي تفسير " تفهيم القرآن" مان لفظ دين جي تشريح نقل ڪيان ٿو. مولانا صاحب جي علم و فضل کان دشمن بہ انڪار نہ ڪيو آهي. هو پنهنجي تفسير ۾ دين جي تشريح ڪندي لکي ٿو تہ:

"دين ڪان لفظ عربي زبان مين متعدد مفهومات ڪا حامل هي،

ايک مفهوم هي غلبہ و اقتدار، مالکانہ اور حاکمانہ تصرف، سياست و فرمانروائي اور دوسرون پر فيصلہ نافذ کرنا" دين مان صفت مبالغو آهي " ديان" جنهن جي معنيٰ کندي مولانا محترم لسان العرب جي حوالي سان لکي ٿو تہ، " الديان ، القاضي الحکم ، القهار ولانت دياني" (تون منهنجو ديان نہ آهين يعني تہ " اي لست بقاهر فتسوس امري" يعني تون مون تي قاهر نہ آهين جو منهنجي معامليٰ جي سياست ڪرين) ڏسو تفهيم القرآن جلد چوٿون‌صفحو ٣٥٦ لاهور.

عربي ٻوليءَ ۾ دين جي مٿين لغوي تشريح کي ملحوظ رکندي ڏسبو تہ علم سياست ۾ جديد رياست (Modern state) جو بہ ساڳيو مطلب آهي، تنهن ڪري مغرب جو عظيم سياسي مفکر پروفيسر هنرالڊ لاسڪي (Laski) پنهنجي ڪتاب (A Grammer of Politics) ۾ لکي ٿو تہ:

( The modern State is a sovereign state. It is, there fore independent in the face of other communities. It may infuse its will towards them with a substance which need not be affected by the will of any external power.

It is more over, internally supreme over the territory that it controls. It issuses orders to all men and all asscociations within that area, it receives orders from none of them Its will is subject to no legal limitation of any kind, what it purposes is right by the mere purposes is right by the mere announcement of intention. ( P . 44 , 1960 Ed London)

پروفيسر لاسڪي جديد رياست جي جيڪا تشريح ڪئي آهي اها ساڳي دين جي مفهوم مطابق آهي. پروفيسر صاحب اڳتي هلي "اسٽيٽ" يعني " اعليٰ قوت قاهرانہ" سڏي ٿو ۽ دين بہ ان مفهوم جو حامل آهي.

بس ثابت ٿي ويو تہ دين اسلام ۾ رياست ۽ سياست هڪ ئي شيءِ آهي، جن کي جدا ڪري نٿو سگهجي. جويي صاحب پنهنجي ڪتابچي ۾ ان موضوع تي جيڪو ڪجهہ لکيو آهي(حوالو مٿي ڏنو) اهو سراسر باطل ۽ غلط آهي. سندس ئي الفاظ ۾ مذهب توڙي سياست ۽ رياست جي تشريح هندو مذهب جي مطابق آهي. اهڙو تصور مذهب سندس استاد ڪاڪي ڀيرومل جو آهي، اسان مسلمانن جو هرگز نہ آهي. اسان جو عقيدو علامہ اقبال جي ان شعر مطابق آهي تہ:

" جدا هو دين سياست سي تو ره جاتي هي چنگيزي"



## عقل جو صحيح استعمال

جوبو صاحب چوي ٿو تہ، " هن سلسلي ۾ بهترين صورتحال تہ ظاهر آهي تہ هيءَ هجڻ گهرجي تہ رياست ۽ مذهب، طاقت ۽ ايمان ٻيئي عقل جي تهذيب جي ضابطي ۽ تاديب هيٺ رهن ۽ ان جي اوسر ۽ واڌاري لاءِ ڪم ڪن" (صفحو ٢١).

جوبو صاحب عقل جي فوقيت بابت دعوئ تہ ڪري ٿو پر ڪيس خبر ئي نہ آهي تہ جديد فلسفي ۾ عقل جون ڌڄيون اڏايون ويون آهن. عقل علامہ اقبال جي الفاظ ۾ چراغ راهہ تہ آهي پر منزل هرگز نہ آهي. چوي ٿو تہ:

"گـــذر جا عـــقـــل ســـي آگـــي کـــہ يـــهـــي نـــور
چراغ راه هـــي مـــنـــزل نـــهـــيـن هـــي."
نيز " عقل هي ابن الڪتاب، عشق هي ام الڪتاب"

CPT

(ال-.ال)

حقيقت ۾ جديد فلسفي ۾ عقل کي ڪنديم ڪرڻ وارو شخص جرمنيءَ جو مشهور فلاسفر ڪانٽ (Kant) هو جيڪو ١٧٢۴ع ۾ پيدا ٿيو ۽ ١٨٠۴ع ۾ وفات ڪيائين. هن ٽري عقل جي تنقيد بابت پنهنجو ڪتاب (A critique of pure reason) نالي لکيو آهي. موجوده دور ۾ ڪانٽ جي فلسفي جو هو وڏو ڄاڻو پروفيسر فريڊرش (Fredrich) پنهنجي ڪتاب (Philosophy of kant) ۾ لکي ٿو تہ" ڪانٽ عقل جي ديويءَ کي پٽ تي ڪيرائي وڌو ۽ بعد ۾ فرينچ انقلابين ان ديويءَ آڏو نياز جون جڳهون ڪڙيون ڪيون.

Kant dethoroned the Godess Reason even before the french revolutionaries erected alters to her .(P _ 3 ).

هاڻي پڌايو ته ڪٿي آهي عقل جي ديوي جنهن کي مذهب جي تابع بڻايون. هي وڏو فلسفيانه بحث آهي. ان ڪري فقط مٿين حوالي تي اڪتفا ڪجي ٿي. ايران جي عظيم شاعر عرفي پنهنجي هڪ لازوال پارسي شعر ۾ عقل جي نارسائي بابت جو ڪجهه چيو آهي، اهو انگريزي ترجمي سميت پيش ڪيان ٿو. ڇو جو جوبو صاحب انگريزيءَ جو به وڏو پرستار ۽ عاشق آهي. عرفيءَ جو روءِ سخن عقليت پرست آهي. هو چوي ٿو ته:

"زنقص تشنه لبي دان بعقل خويش مناز
دلت فريب گر از جلوه سراب نخورد."

If your heart is not deceived from mirage be not proud of your intelect andsharp understanding for your freedom from

this optical illusion is due to your imperfect thirst."

۽ عقل جي موضوع بابت مان آخر ۾ حضرت علامه ابن خلدون رحمة الله جي الفاظ ۾ تنبيه ۽ نصيحت ڪرڻ ٿو چاهيان. دنيا جو هي مجيل عظيم فيلسوف ۽ دانشور علم الڪلام بابت بحث ڪندي عقليت پرستن جي رهنمائي ڪندي لکي ٿو ته، "جيڪڏهن اوهان جي عقل ۽ فڪر کي اهو زعم آهي ته هو ڪائنات، ان جي اسباب ۽ وجود جي پوري تفصيلات جي آگاهي جي علم رکڻ تي قادر آهن ته اها اوهان جي خام خيالي، ڪوتاهه نظري ۽ ناداني آهي." بقول اقبال:

"جو عقل کا غلام هو وه دل نه کر قبول"

خدا جو شان جو سنڌي قوم جي ذهني ۽ سياسي رهنمائي ڪرڻ جي دعويٰ ڪهڙا ماڻهو ڪري رهيا آهن. بقول لطيف رح:

"ڪنيس ڪويجن جو تن طبيب نه گڏيا
ڏيئي ڏني ڏڌن، پاٿان ڏيل ڏهيون ڪيو."

افسوس ۽ صد افسوس جو ترقي پسندن جو دانشور جويو صاحب مولانا جلال الدين رومي رحمة الله عليه جي مشهور تصنيف "مثنوي" بابت به پوري معلومات ڪونه ٿو رکي، جيئن سندس ڪتاب مان هيٺ نقل ڪيل عبارت مان ظاهر ٿو ٿئي. جويي صاحب جو هي ڪتاب شاهه لطيف ۽ ٻين شاعرن بابت لکيل آهي. ڪيس معلوم هئڻ گهرجي ته مثنوي شريف، شاهه ڀٽائي مرحوم جو پسنديده ڪتاب هو ۽ ان جو هڪ قيمتي نسخو شاهه صاحب کي ميان نور محمد ڪلهوڙي تحفي طور عطا ڪيو هو. شاهه جي ٻن مشهور سوانح نگارن مرزا قليچ بيگ مرحوم ۽ مولانا دين محمد وفائي مرحوم پنهنجن ڪتابن " احوال شاهه عبداللطيف ڀٽائي" (ص: ٥٢) ۽ " لطف اللطيف" (ص: ٢٢٤) ۾ لکيو آهي ته مثنوي جو پهريون بيت شاهه صاحب پنهنجي رسالي ۾ آندو آهي. مرزا صاحب لکي ٿو ته، " مثنوي جي پهرين بيت جو مضمون، جنسي پنهنجي رسالي ۾ شاهه صاحب آندو آهي، جو حقيقت ڪري رسالي جو پهريون بيت هو، پر فقيرن وري ڦير گهير ڪري، سرن موجب ناهيو. اهو مثنوي جو پهريون بيت هي آهي، جونڙ جي نمائي آواز بابت آهي. جڏهن ته هو ويچارو پنهنجي اصل وڻ کان ڇڇي ڌار ٿيو آهي، سو جدائيءَ کان رڙيون پيو ڪري.

"بشنو از ني حکايت ميکند
واز جدائيها شکايت ميکند

۽ شاهہ جي رسالي وارو هي بيت آهي.

"وڏيل ٿي وايون ڪري، ڪنل ڪوڪاري

هن پڻ پنهنجا ساريا، هو هنجون هڻن لئي هاري

لطيف جهڙو شاعر جيڪو پنهنجو پهريون بيت روميءَ جي مثنويءَ مان ترجمو ڪري پيش ڪري ٿو، ان کي مثنويءَ سان ڪيترو نہ شغف ۽ پيار هو، بس معلوم ٿيو تہ شاهہ جي فڪر ۽ فلسفي کي سمجهڻ لاءِ مثنوي شريف جي ڄاڻ رکڻ تمام ضروري آهي. پر قبلہ محترم جوبي صاحب کي مثنوي بابت ڪيتري معلومات آهي، ان جو اندازو سندس ڪتاب مان هيٺ ڪوربل حوالي مان چڱيءَ طرح لڳائي سگهجي ٿو. لکي ٿو تہ ، "پنهنجي ان پيغام ۽ ان ڳالهہ بابت، پنهنجي شعري تخليق ڏانهن اشارو ڪندي، پاڻ چيو اٿن: جي تون بيت ڀانئين سي آيتون آهين" ۽ اهي يعني انهن آيتن جو فڪر توکي نيئي پنهنجي پريٿءَ ( منزل مقصود ) تائين پهچائيندو. بالڪل ائين جيئن ايران جي عظيم درويش شاعر روميءَ جي مثنوي، سندس چوڻ موجب پهلوي زبان ۾ اصل ( معنوي) ۽ نج (مولوي - مولا وارو) قرآن هو، جنهن جو مغز هڏن ڪان الڳ ڪري، فارسي ٻولي ڳالهائيندڙ ايراني قوم جي رهبريءَ لاءِ ان جي آڏو رکيو ويو هو. ( صفحو ٢٧).

پهلوي زبان ۾ روميءَ جي مثنوي جي قرآن هجڻ بابت اصل فارسي شعر جناب جوبي صاحب نقل ڪونہ ڪيو آهي، جو هن طرح آهي.

"مثنوي، معنوي، مولوي

هست قرآن دزبان پهلوي."

مثنوي بابت مٿئين شعر ۾ قرآن هجڻ جي دعويٰ مولانا رومي علي الرحمة پاڻ نہ ڪئي آهي، جيئن جوبي صاحب لکيو آهي، ان مان سولائيءَ سان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ جوبو صاحب مثنوي کان بالڪل بي خبر آهي. جيئن مون اڳ ۾ گذارش ڪئي تہ شاه لطيف جي فڪر ۽ فلسفي تي مثنويءَ جو وڏو اثر هو ۽ رسالي جو پهريون بيت بہ مثنوي جي هڪ اهڙي شعر سان شروع ٿئي ٿو، جنهن جو اول خيال مولانا روميءَ کي ان وقت آيو، جڏهن سندس هڪ مريد حسام الدين چلپي مولانا کي مثنوي لکڻ جي گذارش ڪئي هئي. حسام الدين، مولانا جلال الدين روميءَ کي درخواست ڪئي تہ فريد الدين عطار جي ڪتاب منطق الطير جي طرز تي هڪ مثنوي لکي وجي. ان تي مولانا فرمايو تہ، مون کي رات جو هي خيال آيو ۽ ان وقت هي چند شعر موزون ٿيا:

"بشنو از ني حڪايت ميڪنند

از جدائيها شڪايت ميڪنند

۽ شاه عبداللطيف انهن ئي شعرن جي ترجمي سان رسالي جو پهريون بيت لکيو. جيئن مٿي ڄاڻايل آهي ۽ پاڻ پنهنجي رسالي ۾ روميءَ جي رهاڻ بابت ذڪر ڪيو اٿن. جوبي صاحب ڪي خبر هئڻ گهرجي ته مولانا رومي پاڻ ڪڏهن به اهڙو شعر نه چيو آهي ته سندس مثنوي پهلوي زبان ۾ قرآن آهي، پر مثنوي بابت اهڙا مبالغه آميز الفاظ ٻين عقيدتمند جي غلو ڪري چيا آهن. جيئن علامه شبلي نعمانيءَ مرحوم پنهنجي ڪتاب " سوانح مولانا روم" ۾ لکيو آهي ته " فارسي زبان مين جس قدر ڪتابين نظم يا نثر مين لکهي گئين هين ڪسي مين ايسي دقيق، نازک اور عظيم الشان مسائل اور اسرار نهين مل سکتي جو مثنوي مين ڪثرت سي پائي جاتي هين. فارسي پر موقوف نهين، اس قسم ڪي نڪات اور دقائق ڪا عربي تصنيفات مين بهي مشکل سي پته لگتا هي، اس لحاظ سي علماء اور ارباب فن ني مثنوي ڪي طرف تمام اور ڪتابون ڪي نسبت زياده توجهه ڪی، اور يهان تک مبالغه ڪيا ڪه هست قرآن‌درزبان پهلوي." (صفحه ٨٣)

معلوم ٿيو ته مثنوي کي پهلوي زبان ۾ قرآن سڏڻ وارا محقق مولانا شبلي نعماني جي بقول ٻيا عالم ۽ ارباب فن هئا ۽ انهن مان هڪ مولانا عبدالرحمان جامي مرحوم به آهي، جنهن مولانا روميءَ بابت پنهنجي هڪ شعر ۾ چيو آهي ته:

"مــن چه گــويم وصــف آن عــالــيــجــنــاب
نــيــســت پــيــغــمــبــري ولــي دارد ڪــتــاب."

يعني ته مان ان عاليجناب ( روميءَ) جي ڪهڙي وصف بيان ڪيان جو پيغمبر ته نه آهي پر (*ڪجھ ۾) ڪتاب رکي ٿو.

جوبي صاحب جي اطمينان لاءِ هتي علامه شبلي نعماني کان علاوه مشهور انگريز فارسي دان پروفيسر نڪلسن (Nicholson) جي ڪتاب " صوفياءِ اسلام " (The Mystics of Islam) مان هڪ حوالو پيش ڪريان ٿو، جنهن مان پڻ ثابت ٿئي ٿو ته ٻين عالمن مثنوي کي پهلوي زبان جو قرآن قرار ڏنو، پروفيسر موصوف لکي ٿو

"But in his masnavi a work so famous and venerated that it has been styled the koran of persia we fiend him in a more sober mood expounding the sufi doctrines and justifying the ways of God to man." (P _ 96)

معلوم ٿيو ته صاحب مثنوي مولانا رومي پاڻ ڪڏهن به نه چيو ته سندس هيءَ تصنيف پهلوي زبان ۾ قرآن آهي، جيئن جوبي صاحب ان ڄاڻائيءَ ڪري پنهنجي ڪتاب ۾ اظهار ڪيو. پر في الحقيقت

علامہ شبلي ۽ پروفيسر نڪلسن جي تحقيق مطابق ٻين اهڙي قسم جو اظهار ڪيو آهي.

## مذهبن جي قومي رنگ اختيار ڪرڻ بابت جوڻي صاحب جي مضحڪہ خيز دعوي!

جوڻيو صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ، " ٻڌمت چين، جاپان، برما ۽ ٻين ويجهن مشرقي ملڪن مان تقريبا هر ملڪ ۾ پنهنجو اتان جو مڪاني (قومي سماجي) رنگ اختيار ڪيو. مسيحيت يونان، روس، ايشيا مائنر ۽ خاص طرح سورهين صديءَ جي اصلاحي تحريڪ کان پوءِ يورپ جي تقريبًا هر ملڪ ۾ قومي رنگ اختيار ڪيو. عربن جي فتح کان پوءِ ترت ئي ايران اسلام قبول ڪري، ان کي خاص ايراني رنگ ڏيئي پنهنجو قومي مذهب بڻايو ۽ ائين پنهنجي سياسي ۽ تهذيبي امتياز ۽ خود اختيار کي ٻيهر بحال ڪيو ۽ قائم رکيو". ( صفحو ٣٤. ٣٥)

چين، جاپان توڙي ٻين مشرقي ملڪن ۾ ٻڌ ڌرم ڪيئن اتان جو تقريبًا قومي رنگ اختيار ڪيو؟ ان جو ڪو تفصيل جوڻي صاحب اسان کي فراهم ڪونہ ڪيو. هن قسم جي وڏي تاريخي هام هڻڻ کان اڳ مصنف کي پنهنجي دل تي هٿ رکي ايمانداريءَ سان ٻڌائڻ گهرجي تہ ڇا هن ٻڌ ڌرم يا ان جي تاريخ بابت ڪوبہ ڪتاب پڙهيو آهي. اوهان چين، جاپان، يا ٻين ملڪن ۾ ٻڌ ڌرم جي ڳالهہ ٿا ڪيو، پر حيرت آهي جو خود پنهنجي ئي صوبي سنڌ اندر بہ اوهان کي ٻڌمذهب جي تاريخ جي ڪا ڄاڻ نہ آهي جيئن مون اڳ ثابت ڪيو تہ سنڌ ۾ راءِ گهراڻي جا حڪمران ٻڌ ڌرم جا پوئلڳ هئا. پر جوڻيي صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ انهن کي برهمڻواد ويدانتي قرار ڏنو. هندستان ۾ گپتا گهراڻي جا حاڪم برهمنزم جا مڃيندڙ هئا، جڏهن تہ جوڻيي صاحب انهن کي ٻڌمت ۾ يقين رکندڙ ڄاڻايو.

هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي تہ بر صغير ۾ ٻڌ مت جي تاريخ بابت جڏهن جوڻيو صاحب ڪا معلومات نٿو رکي تہ پوءِ هو چين، جاپان، برما ۽ ٻين مشرقي ملڪن ۾ ٻڌمت بابت ڪيئن راءِ ڏيڻ جو حق رکي ٿو؟

## يورپ، عيسائيت ۽ اصلاحي تحريڪ

حقيقت هي آهي ته قوميت جورنگ محترم جوبي صاحب جي مٿان ايترو ته چڙهيل آهي جو هو عالمي مذهبن کي به قومي رنگ ڏيڻ تو چاهي. صحيح معنيٰ ۾ ڪو به قومي شڪل اختيار ڪري نٿو سگهي. مختلف مذهبن جا آفاقي اصول جتي ڪٿي ساڳيا هوندا آهن. آهڙن اصطلاحن جهڙوڪ سنڌي اسلام، سنڌي عيسائيت، ترڪي اسلام، ترڪي عيسائيت، يورپي اسلام يا يورپي عيسائيت جو استعمال به مضحڪ خيز آهي. اهڙا اصطلاح پوري جنوب مشرقي ايشيا ۾ فقط جوبو صاحب ئي استعمال ڪري سگهي ٿو. مهرباني ڪري جوبو صاحب وضاحت ڪري ته ڪيئن سنڌس الفاظ ۾ سورهين صديءَ جي اصلاحي تحريڪ کان پوءِ مسيحيت يورپ جي تقريبًا هر ملڪ ۾ قومي رنگ اختيار ڪيو؟ معلوم ٿو ٿئي ته يورپ جي سورهين صديءَ واري اصلاحي تحريڪ (Reformation) جي تاريخ کان جوبو صاحب قطعا واقف نه آهي. هن تحريڪ جا اغراض و مقاصد مسيحيت کي قومي رنگ ڏيڻ وارا هرگز نه هئا، بلڪ يورپ جا عظيم تاريخدان ۽ دانشور لکن ٿا ته، " سندن مغربي تهذيب جو جنم عيسائي چرچ جي مدد کان سواءِ ناممڪن هو." يعني ته سندن تهذيب جي احياءَ قوميت جي مرهون منت نه آهي، پر مسيحي چرچ ان لاءِ ذميوار آهي. محترم جوبي صاحب عظيم مغربي تاريخدان پروفيسر ٽوائن بي (Toynbee) جو نالو (پيدائش ١٨٨٩، وفات ١٩٧٥ ع ) ضرور ٻڌو هوندو. سڀ اهل قلم متفق آهن ته جديد مغربي دنيا ۾ هن جهڙو ٻيو ڪو به تاريخدان پيدا ڪونه ٿيو. پروفيسر موصوف پنهنجي ڪتاب (Christanity among the Religions of the world) ۾ عظيم عيسائي بزرگن، جهڙوڪ سينٽ ايمبروز (Ambrose)، سينٽ آگسٽين (Augustine) پوپ گريگوري (Gregory) ۽ سينٽ بنيڊڪٽ (Benedict) جي نالن وٺڻ کان پوءِ لکي ٿو ته، "انهن عظيم انسانن جون زندگيون شهادت ڏئي رهيون آهن ته مسيحي چرچ جي مدد کان سواءِ اسان جي مغربي تهذيب جنم نه وٺي سگهي ها."

(The lives of these great men testify that our western civiliza-of christian tion could not have come to brith without the aid church. (P . 67, Oxford press London: 1958 Ed)

اهي مٿيان بزرگ سورهين صديءَ جي اصلاحي تحريڪ کان هڪ هزار سال اڳ پيدا ٿيا هئا، يورپ ۾ جوبي صاحب جي بقول ڪڏهن به عيسائيت قومي رنگ اختيار نه ڪيو.

## يورپ جي اصلاحي تحريڪ (Reformation)

يورپ ۾ سورهين صديءَ واري اصلاحي تحريڪ جو باني جرمنيءَ جو هڪ روشن خيال پادري مارٽن ليوٿر (Martin Luther) هو، جيڪو ١٤٣٨ع ۾ پيدا ٿيو ۽ ١٥٤٦ع ۾ وفات ڪيائين. مون پنهنجي هڪ مضمون " مارڪس ۽ سندس ڪميونزم جو نظريہ" جي پهرين قسط (رهبر ڈائجسٽ فيبروري - مارچ ١٩٧٨ع ) ۾ ليوٿر جي اصلاحي تحريڪ تي روشني وڌي هئي. جنهن جو مطالعو بہ جويي صاحب ڪيو هوندو. مون ان مضمون ۾ تفصيل سان لکيو هو تہ ليوٿر رومن ڪئٿالڪ چرچ جي سختي ۽ انسان دشمن حقوق ۽ مراعات (Indulgences) جي فروخت خلاف ڪات ڪھاڙا ڪنيا، جنهن مطابق پادري گنهگارن ڪان ڳريون رقمون وٺي انهن کي بهشت جا پروانا ڏيندا هئا، جنهن جي وصول ٿيڻ تي جاهل عوام سمجهندو هو تہ هاڻي هو گناهن کان پاڪ تصور ڪيا ويندا ۽ خدا جي عذاب کان محفوظ رهندا. ليوٿر جي پروٽيسٽنٽ اصلاحي تحريڪ درحقيقت پوپن جي مذهبي آپيشاهي، پادرين جي استحقاق ۽ پونچ قومن جي بت پرستي خلاف موثر احتجاج هئي. جيئن يورپ جي هڪ مشهور مورخ فشر پنهنجي ڪتاب " يورپ جي تاريخ" (A History of Europe) ۾ لکيو آهي تہ:

(The protestant Reformation was a revolt against papal theocracy clerical privilege and the hereditary paganism of the Mediterranean races. On the other side it took the as pect of an insurence of the lay spirit against clerical claims and immunities on the other of a religious revival and an attempt to retrieve the original ways of the christian church. P. 498 )

هي اصلاحي تحريڪ هڪ هنڌ پادرين جي حقوق ۽ مراعات خلاف بغاوت هئي تہ ساڳئي وقت مٿي پروفيسر فشر جي الفاظ ۾ مذهبي تجديد بہ هئي ۽ عيسائي چرچ جي اصلوڪي طريقن ڏانهن واپس رجوع ڪرڻ جي هڪ ڪوشش هئي. ان جو مقصد عيسائين کي قوميانہ رنگ ڏيڻ هرگز نہ هو، جيئن مصنف جويي صاحب لکيو آهي.

## ايران ۽ اسلام

جويو صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ، " عرب فتح کان ترت ئي پوءِ ايران اسلام قبول ڪري ان کي خاص طرح ايراني رنگ

ڏيئي پنهنجو قومي مذهب بڻايو" جهڙيءَ طرح ٻڌمذهب ۽ عيسائيت بابت جوبي صاحب ذڪا هنيا آهن. ساڳيءَ طرح ايران بابت سندس اهو چوڻ تہ اتي اسلام کي خاص ايراني رنگ ڏنو ويو، هڪ وڏي غلطي آهي" ايران ابتدائي دور اسلام يعني حضرت عمر رضہ جي دور حڪومت ۾ عربن فتح ڪيو هو ۽ جوبي صاحب جي هي راءِ تہ عرب فتح ڪان پوءِ ترت ئي ايرانين اسلام کي ايراني رنگ ڏنو، سا ڳالهہ حقيقت سان مناسبت نٿي رکي. ماضيءَ ۾ ايران وڏن مسلمان دانشورن ۽ عالمن کي جنم ڏنو، جن تي مسلم تاريخ کي ناز آهي، جهڙوڪ: البيروني، الغزالي، الرازي، ابن سينا، عمر خيام، فارابي، سعدي، حافظ شمس الائمه، علامہ سرخسي، علامہ سعدالدين تفتازاني ۽ مولانا رومي وغيره. اهوئي سبب آهي جو مشهور مغربي مورخ پروفيسر هٽي (Hitti) صاحب پنهنجي ڪتاب " عربن جي تاريخ" (A History of Arabs) ۾ لکي ٿو تہ:

(Some of the most brilliant stars in the intel lectual firmaent of Islam during its first three centuries were Islamised Iranians.P _ 159.)

انهن مان ڪي سائنسدان هئا تہ ڪي فلسفي ۽ نامور عالم دين، البتہ ويهين صديءَ ۾ ايران جي موجوده شهنشاهہ اتان جي مسلمانن کي پنهنجي ماضيءَ جي ثقافتي ۽ اسلامي رشتي کان محروم ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي. هن هجري ڪئلينڊر کي ختم ڪرايو، پاڻ کي آريہ مهر ( آرين جو چنڊ ۽ روشني) جو لقب ڏياريو ۽ عظيم سائرس جو جاءِ نشين ڪوٺرايو. پر ايران جي مسلمانن تازو آقاءِ شريعت حضرت علامہ آيت الله العظام شريعت مدار جي قيادت ۾ شهنشاهہ جي خلاف عظيم الشان تحريڪ هلائي، نتيجي طور سائرس جي هن جاءِ نشين حضرت علامہ صاحب جي اڏو گوڏا گوڙيا. هن هجري ڪئلينڊر کي بحال ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ ايران ۾ نظام مصطفيٰ لاءِ راهہ هموار ڪرڻ جو اعلان ڪيو.

"اسلام زمانے مين دبنى كو نهين آيا
تاريخ مين يہ مضمون هم تم كو دكهادينگى."

## مرزا شاهہ بيگ ارغون، تاريخ معصومي ۽ جوبيو صاحب

پنهنجي ڪتاب ۾ جوبي صاحب تاريخ معصومي مان حوالا پيش ڪري ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ جيتوڻيڪ ارغون

ٻاهران جا مسلمان هئا، پر ان جي باوجود هنن سنڌ جي مسلمانن تي ظلم جا پهاڙ ڪيرايا آهن. تاريخ معصوميءَ مان حوالا ڪوٺ وقت جوبي صاحب صفحا ٻه نقل نه ڪيا آهن، جنهن مان ثابت ٿو ٿئي ته هو علم دوست ۽ محقق نه آهي. جديد دور جا سڀئي محقق ڪتابن مان حوالا پيش ڪرڻ وقت انهن جا صفحا ايڊيشن ۽ پريس جو ٻه حوالو ڏيندا آهن ته جيئن پڙهندڙن کي اصل ڪتاب ڏانهن رجوع ڪرڻ ۾ سولائي ٿئي. مثال طور ارغونن جي هٿان ٺٽي جي برباديءَ جو ذڪر ڪندي جوبي صاحب تاريخ معصوميءَ جي حوالي سان لکيو آهي ته، " مغل ويهين تاريخ تائين شهر ۾ لٽ مار ڪندا رهيا ۽ اتان جي ماڻهن کي ذليل ڪندا رهيا، جنهن مان آيت سڳوريءَ "ان الملوڪ اذا دخلوا قرية افسدوها" ( بادشاه جڏهن ڪنهن شهر ۾ داخل ٿين ٿا، تڏهن ان کي ويران ڪري ڇڏين ٿا ) جي وضاحت اکين اڳيان اچي وڃي" . ( ص٣٥ - ٣٦)

تاريخ معصوميءَ جي اصل عبارت هن طرح لکيل آهي، "مغل ٢٠ محرم تائين ٺٽي شهر کي لٽيندا ۽ اتي جي رهاڪن کي ذليل ڪندا رهيا، جنهن ڪري آيت سڳوريءَ " ان الملوڪ اذا دخلوا قرية افسدوها" (بادشاهه جڏهن ڪنهن به شهر ۾ داخل ٿيندا آهن ته انهيءَ ملڪ کي ويران ڪندا آهن) جو مضمون نهايت فصاحت سان ظاهر ٿيو" (ص ١٥٤، سنڌي ترجمو سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد ڇاپو ٻيو سال ١٩٥٩ ع ) جوبي صاحب جي نقل ڪيل عبارت تاريخ معصوميءَ جي مٿين عبارت سان ڀيٽي ڏسجي ٿو ته جوبي صاحب ڪي اصل لفظ حذف ڪري ڇڏيا آهن. اهڙيءَ طرح ٻيا حوالا ٻه تاريخ معصوميءَ مان لفظن جي ڦير گهير سان نقل ڪيا ويا آهن جو پسنديده فعل نه آهي. مسٽر جوبي کي تاريخ معصوميءَ جا اصل الفاظ مع صفحن جي نقل ڪرڻ کپندا هئا.

## ڇا مذهب ظلم کان ڪونه ٿو روڪي ؟

سنڌ جي مٿان ارغونن جي زيادتين بيان ڪرڻ کان پوءِ جوبو صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته، " تاريخ جي هيءَ هڪ عالم آشڪار حقيقت آهي ته مذهب ڪنهن ملڪ، قوم يا سماج کي ٻئي ڪنهن ملڪ، سماج يا قوم جي اڳرائيءَ، ڦرمار ۽ غلاميءَ کان بچاءَ جو ڪم ڪونه ٿو ڏئي، چاهي اڳرائي ڪندڙ ۽ ڦرمار ڪندڙ قوم ڪا هم مذهب قوم ئي ڇونه هجي. مذهب هڪڙيءَ ڪنهن قوم کي ٻيءَ ڪنهن قوم تي حملي ڪرڻ، ان کي ڦرڻ لٽڻ ۽ ان کي غلام بنائڻ

ڪان روڪ جو ڪم بہ ڪونہ ٿو ڏئي، چاهي اها ٻي قوم ان جي هم مذهب قوم ئي ڇونہ هجي." (ص ٣٩)

مذهب جي مخالفت مسٽر جويي جي لوڻ لوڻ ۾ سمايل آهي. مان وڏيءَ دعويٰ ۽ فخر سان چوان ٿو تہ اسان جي مذهب اسلام جيترو ظلم، ڏاڍائي ۽ ڦرمار کي ننديو آهي، ان جو مثال دنيا جي ڪنهن بہ مذهب يا نظريي ۾ ملي ڪونہ سگهندو. هن سلسلي ۾ اسلام جا زرين اصول تہ بعد ۾ بيان ڪندس، پر سڀ ڪان اول جويي صاحب کان پڇڻ ٿو چاهيان تہ جيڪڏهن مذهب، بقول سندس جي، ڪنهن ملڪ قوم يا سماج کي ٻئي ڪنهن ملڪ، سماج يا قوم جي ڏاڍائي، ڦرمار يا غلاميءَ کان بچاءُ جو ڪم ڪونہ ٿو ڏئي تہ پوءِ اوهان جي خيال شريف ۾ اهو ڪهڙو نظريو آهي جو ڦرمار يا ظلم کان روڪي ٿو؟ اوهان جو شمار ڪٽر قوم پرستن مان آهي، ڇا قوم پرستي ظلم ۽ زيادتيءَ کان روڪي ٿي؟ اوهان ڏٺو تہ ويهين صديءَ ۾ بہ عالمگير لڙايون قوم پرستيءَ جي ڪري لڙيون ويون ۽ ان ۾ لکن جي تعداد ۾ ماڻهو مئا ۽ اربين روپين جي جائداد تباهہ ٿي آهي. ڇا ساڳئي قوم جا ماڻهو هڪ ٻئي تي ظلم، زيادتي ۽ ڦرمار نٿا ڪن؟ مثال طور شاهہ بيگ ارغون پاڻ بہ مغل هو ۽ سندس هڪ هم قوم شخص بابر بادشاهہ ان سان لڙايون ڪيون ۽ تاريخ معصوميءَ جي شهادت آهي تہ " سن ٩١٣ هجريءَ ۾ ظهيرالسلطنت و خلافة محمد بابر بادشاهہ ڪابل ۽ غزنيءَ کان ڪامياب لشڪر سان ڪري قنڌار ۾ داور جي سرزمين فتح ڪرڻ جو ارادو ڪري جهنڊو بلند ڪيو.

شاهہ بيگ ۽ محمد مقيم وڏو لشڪر وٺي جنگ جي نيت سان اڳتي وڌي لڙائي ڪئي، مگر بابر بادشاهہ جي فتح ۽ شاهہ بيگ ۽ محمد مقيم شڪست کائي ڀڄي ويا ۽ ساري قنڌار ۽ داور جي حڪومت بادشاهي تصرف هيٺ آئي. فاتح بادشاهہ مير ذوالنون جا خزانا جيڪي گهڻي وقت کان وٺي گڏ ٿيل هئا، سي لشڪر جي اميرن ۽ سردارن ۾ تقسيم ڪري، قنڌار جي حڪومت جي واڳ پنهنجي ڀاءُ سلطان ناصرالدين جي حوالي ڪري، پاڻ ڪابل موٽي ويو ۽ محمد مقيم جي نياڻي ماهہ بيگم پڻ قيد ڪري پاڻ سان وٺي ويو." (ص ١٤٢-١٤٣)

ملاحظہ ڪريو تہ شاهہ بيگ بابر جو ذات ڀائي ۽ هڪڙي ئي قوم سان تعلق رکندڙ هو، پر ان هوندي بہ بابر نہ فقط شاهہ بيگ جي پيءُ جا خزانا ڦريا ۽ لٽيا، پر شاهہ بيگ جي ڀائٽي مائي ماهہ بيگم کي قيد ڪري پاڻ سان وٺي ويو، ان کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو ظلم ٿي سگهي ٿو؟ سما حڪمران ڄام فيروز ۽ ڄام صلاح الدين پاڻ ۾

عزيز هئا، پر ان هوندي بہ سندن گھرو جھڳڙي ارغونن کي سياسي موقعو فراهم ڪيو. ڇا محترم جويي صاحب کي خبر نہ آهي تہ ڪلهوڙي حاڪم ميان عبدالنبي پنهنجي وڃايل تخت حاصل ڪرڻ لاءِ افغانستان جي مددخان پٺاڻ جي لشڪر کي پنهنجن سنڌي ڀائرن جي مٿان ڪاھہ ڪرڻ جي دعوت ڏني هئي ۽ ظالم مددخان پوريءَ سنڌ کي تباھہ ۽ برباد ڪري ڇڏيو ۽ ان کان اڳ دهليءَ جي حاڪم علاءُ الدين خلجي کي تاريخ طاهريءَ جي روايت موجب چنيسر سنڌ تي ڪاھہ ڪرڻ جي دعوت ڏني هئي حالانڪ دودو ان جو سڳو ڀاءُ هو.

معلوم ٿيو تہ قوميت بہ ڦر لٽ، ارھہ زورائي، ڏاڍ ۽ ظلم کان ڪونہ ٿي روڪي. سنڌ جي تاريخ اهڙن مثالن سان ڀري پيئي آهي. قوميت کان علاوه اڄوڪي دور ۾ ڪميونزم بہ هڪ قوم جي مٿان ٻيءَ قوم جي جارحيت کي نٿو روڪي سگھي. روس ۽ چين ٻئي ڪميونسٽ ملڪ آهن، پر سرمائيدار آمريڪا کان ٻنهي کي خطرو نہ آهي ليڪن ٻنهي ڪميونسٽ ملڪن ۾ سرحدي جھڙپون ٿيون آهن ۽ مغربي مبصرن جي پيش گوئي آهي تہ روس ڪھڙي بہ وقت چين تي يلغار ڪري سگھي ٿو.

هاڻي جويي صاحب کان سوال ڪندس تہ اوهان جي مذهب تي چو ڪاوڙ آهي؟ قوميت ۽ اشتراڪيت جن جا اوهان پرستار آهيو، اهي نظريا بہ هڪ قوم کي ٻيءَ قوم مٿان جارحيت ۽ ڦرمار کان ڇونہ ٿا روڪين؟

## مرزا شاھہ بيگ ارغون ۽ جويو صاحب

جويو صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ مرزاشاھہ بيگ ارغون بابت لکي ٿو تہ، " شاھہ بيگ ارغون، جنهن لاءِ تاريخ معصوميءَ جو چوڻ آهي تہ اڪثر وقت هو عبادت ۽ تقويٰ ۾ گذاريندو هو ۽ عالمن ۽ مشائخ جي مجلس ۾ ويهندو هو ۽ مرڻ کان پوءِ جنهن جو لاش ڪجي مڪي شريف جي جنت المعليٰ ۾ وڃي دفن ٿيو هو" . (ص.٣٦ - ٣٧) درحقيقت جويو صاحب پنهنجن پڙهندڙن کي تاثر ٿو ڏئي تہ شاھہ بيگ ارغون زاهد ۽ عابد شخص هو، ان هوندي بہ هن سنڌ جي باشندن تي ظلم ۽ تشدد ڪيو ۽ هن جي زهد ۽ تقويٰ ڪيس زيادتي ڪرڻ کان ڪونہ روڪيو ڇو تہ بقول سندس جي " مذهب ڪنهن ملڪ، قوم يا سماج کي ٻئي ڪنهن ملڪ، سماج يا قوم جي اڳرائيءَ، ڦرمار ۽ غلاميءَ کان بچاءَ جو ڪم نٿو ڏئي."

ان سلسلي ۾ منهن جي پهرين گذارش هي آهي تہ بادشاهن جي

ملڪ گيري ۽ هوس جو جواز اسان جي مذهب اسلام ۾ ڪونہ ٿو ملي. پيو تہ اسين خلافت جي نظريہ ۾ يقين رکون ٿا ۽ ملوڪيت يا بادشاهت اسلامي سياست جو مقصود نہ آهي ان ڪري مان مرحوم مرزا شاهہ بيگ ارغون جي ڪارنامن جي وڪالت ڪونہ ڪندس. البتہ جوبي صاحب ڪي ٻڌائڻ ٿو چاهيان تہ اسان جي تاريخ جا اڪثر بادشاهہ اهڙا ٿي گذريا آهن، جن جي دلين ٿي خدا جو خوف هو ۽ خدا جي عدالت کان ڪنبندا هئا. مرزا شاهہ بيگ ارغون بہ اهڙوئي بادشاهہ ٿي گذريو آهي. خود تاريخ معصومي جنهن مان شاهہ بيگ جي زيادتين جا ڪجهہ احوال جوبي صاحب قلمبند ڪيا آهن، ان ۾ پڻ مذڪور آهي تہ شاهہ بيگ طبعاً رحمدل هو. ان جي ثابتي تاريخ معصوميءَ جي مطالعہ مان ملي ٿي. ٩٢٦ هجري ۾ شاهہ بيگ ٺٽي کي فتح ڪيو ۽ سما حاڪم ڄام فيروز کي شڪست آئي، ارغون بادشاهہ جي فاتح ٿيڻ کان پوءِ مير معصوم پنهنجي تاريخ ۾ لکي ٿو تہ (ٺٽي ۾) " ڪيترن ماڻهن جو اهل و عيال قيد ٿيو، بلڪ ڄام فيروز جا ٻار پڻ شهر ۾ رهجي ويا. شاہ بيگ کي هي خبر معلوم ٿي تہ حفاظت لاءِ حويليءَ جي در تي چڱا ماڻهو موڪلي ان جي عزت ۽ ناموس بچايائين." ( صفحہ ١٥۴)

محترم جوبي صاحب کان دلسوزيءَ سان پڇان ٿو تہ ڇا دنيا جي تاريخ ۾ ڪنهن بہ فاتح پنهنجي مفتوح جي ڪٽنب سان اهڙو فياضانہ سلوڪ ڪيو جو مرزا شاهہ بيگ ارغون ٺٽي جي حاڪم ڄام فيروز جي اهل و عيال سان ڪيو! شاهہ بيگ فاتح جي حيثيت ۾ سڀ ڪجهہ ڪري ٿي سگهيو. خود بابر بادشاهہ فاتح جي حيثيت ۾ پنهنجي هم قوم مرزا شاهہ بيگ ارغون جي ڀائٽيءَ مائي ماهہ بيگم کي قيد ڪرائي پاڻ سان وٺي ويو، جيئن مٿي مون ذڪر ڪيو آهي. ڇا شاهہ بيگ ڄام فيروز جي اهل و عيال سان ان قسم جو ڪو برو سلوڪ ڪيو! آخر ڇو نہ ٿي ائين ڪيائين؟ فقط هن سبب جي ڪري جو شاهہ بيگ ارغون وڏو عالم فاضل و عبادت گذار ۽ تقويٰ وارو شخص هو. هن خوف خدا جي ڪري پنهنجي مخالف جي ٻاتين جي عصمت ۽ شخصي حفاظت لاءِ حويليءَ جي در تي چڱا ماڻهو موڪليا، ان جي عزت ۽ ناموس بچايائين.

شاهہ بيگ جي هٿان ٺٽي شهر جي فتح بابت وڌيڪ ذڪر ڪندي مورخ لکي ٿو تہ، " نيٺ انهيءَ وقت جي هڪ عالم و فاضل قاضي قاضن جي ڪوشش سان اها غضب جي باهہ ٿڌي ٿي، ڇاڪاڻ تہ قاضي جو اهل وعيال پڻ قيد هو ۽ ڇرين وانگيان پنهنجي وڃايلن کي ٺٽي جي گهٽين ۾ ٿي ڳوليائين. نيٺ هڪ خط تيار ڪيائين جنهن

۾ ماڻهن جي خراب حالت جو ذڪر لکيائين. اهو خط حافظ محمد شريف امام، شاهه بيگ جي گذارش ۾ آندو. انهيءَ خط پڙهڻ سان شاهه بيگ جي دل تي وڏو اثر ٿيو ۽ پڙهو گهمايائين ته ٺٽي جي ماڻهن جي مال ۽ عيال کي ڪوبه هٿ نه لائي ۽ پنهنجيءَ ٻنيءَ مان هڪ تير ڪڍي قاضيءَ کي ڏيئي ساڻس گڏ ماڻهو ڏنائين ته پاڻ جنهن ڏانهن اشارو فرمائين سو ماڻهو سندن حوالي ڪيو وڃي." (صفحه ٥٤) فاتح شاهه بيگ جي اها ڪمال رحمدلي ۽ شفقت چئبي جو هن جي دل تي قاضي قاضن جي خط جو وڏو اثر ٿيو ۽ ٺٽي جي ماڻهن جو عيال ۽ مال محفوظ رهيو. جوبو صاحب ٻڌائي ته شاهه بيگ ارغون تي قاضي صاحب جي خط جو اثر ڇو ٿيو؟ سبب فقط هي آهي ته شاهه بيگ بادشاهه هوندي به پنهنجيءَ دل ۾ خدا جو خوف رکندو هو. اڳتي هلي تاريخ معصوميءَ وارو لکي ٿو ته، شاهه بيگ طبعي رحمدليءَ جو مظاهرو ڪندي ڄام فيروز کي بخشي ڇڏيو. هو جڏهن پشيمان ٿيو. " تڏهن شاهه بيگ کيس انهيءَ سوني پرت پريل وڳي سان جيڪو سلطان حسين مرزا مير ذوالنون کي ڏنو هو، سرفراز ڪري ٺٽي جي حڪومت سندس حوالي ڪئي ۽ فيصلو ٿيو ته ڄام فيروز شهر ۾ اندر وڃي ۽ پنهنجن ماڻهن کي وٺي وڃي اصلوڪين جاين ۾ وهاري." (صفحه ١٥٥) اهوئي صحيح عالم فاضل ۽ صاحب تقويٰ مرزا شاهه بيگ ارغون جو شان هو جيڪو مفتوح علائقو شڪست کاڌل ڄام فيروز کي سوني پرت پريل وڳي سان سرفراز ڪري ٻيهر ٺٽي جي حڪومت سندس حوالي ڪيائين! اهڙو ڪو ٻيو مثال سنڌ جي تاريخ مان پيش ڪري سگهبو؟

## شاهه بيگ جو سفر آخرت

تاريخ معصوميءَ ۾ شاهه بيگ جي آخري گهڙين بابت هڪ دلچسپ ۽ دلسوز احوال نقل ٿيل آهي، جنهن کي پڙهي اکيون آبديده ٿيون ٿين. قارئين آڏو هي سمورو احوال نقل ڪجي ٿو، ان مان اوهان جوبي صاحب جي الزامن جي حقيقت کي پروڙي ويندا. تاريخ معصومي جو مصنف مير معصوم لکي ٿو ته چون ٿا ته جڏهن شاهه بيگ " قريب المرگ ٿيو، تڏهن حافظ محمد شريف کي گهرائي ياسين سورة سڳوري جي پڙهڻ جو حڪم ڏنائين. جڏهن حافظ آيت " ومالي لا اعبد الذي فطرني واليه ترجعون ( آءٌ ڇونه عبادت ڪيان، انهيءَ ذات جي جنهن مون کي پيدا ڪيو آهي، ۽ اوهان پڻ انهيءَ ڏانهن موٽايا ويندا) تي پهتو ته هوش ۾ اچي فرمايائين ته اي قاري

وري پڙهه، ٿي پيرا وري وري پڙهايائين ۽ جڏهن ايت قال ياليت قومي يعلمون بما غفرلي ربي ( ڪاش منهنجي قوم کي معلوم هجي ها تہ منهنجي رب ڪهڙيءَ چيز جي بدولت منهنجي مغفرت ڪئي) تي پهتو تہ جان حق پاڪ جي حوالي ڪيائين ۽ هيءَ واقعو تاريخ ٢٢ شعبان سنہ ٩٢٨ھہ ۾ ٿيو ۽ اهائي مرزا شاهہ بيگ جي وفات جي تاريخ آهي. انهيءَ رات امير ۽ مکيہ ماڻهو مرزا شاهہ حسن جي تابعداري ڪري، تعزيت جي رسمن ۾ لڳي وياءِ چنگيزي خاندان جون رسمون بجا آڻي سندس لاش کي بکر موڪليائون. ٽن سالن کان پوءِ شاهہ بيگ جي صندوق مڪي شريف موڪليائون، جتي جنة المعليٰ ۾ دفن ڪري عاليشان عمارت ٺهرايائون" . (ص ١٦٧)

حقيقت ڪري قوم پرستيءَ جي آڙ ۾ جوبي صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ مرزا شاهہ بيگ ارغون جي انهيءَ تقويٰ ۽ مذهب پوستيءَ کي نشانو بڻايو آهي.

## مرزا شاهہ بيگ ۽ سندس وڏي چنگيز خان جا ظلم

سنڌ جي رهاڪن مٿان فاتح مرزا شاهہ بيگ مرحوم جي زيادتين جي احوال بابت جوبي صاحب تاريخ معصوميءَ مان چند مثال ڏنا آهن ۽ انهن ئي ظلمن کي جوبو صاحب وڏو هيبتناڪ تصور ڪري ٿو، پر موصوف دنيا جي تاريخ ئي پڙهي نہ آهي. جيڪڏهن فقط يورپ جي تاريخ پڙهي ڏسندو ۽ معلوم ڪندو تہ اتان جي فاتحن پنهنجن مفتوحن سان ڪيڏا نہ ڪلور ڪيا آهن. پوءِ يقين اٿم تہ انهن جي مقابلي ۾ جوبو صاحب مرزا شاهہ بيگ ارغون کي معصوم تصور ڪندو. مثال طور محترم جوبي صاحب کي خبر هوندي تہ مرزا شاهہ بيگ ارغون چنگيزخان جي اولاد مان هو ۽ چنگيز مسلمان نہ پر ٻڌ ڌرم جو پوئلڳ هو، جيڪي وري پاڻ کي اهنسا جا پوڄاري ڪوٺيندا آهن. اهنسا ۾ يقين رکڻ وارا نانگ جهڙي موذي جانور کي بہ مارڻ ڏوهہ سمجهندا آهن. ڇا جوبي صاحب کي پتو آهي تہ اهنسا جي پوڄاري ۽ مرزا شاهہ بيگ مرحوم جي جد امجد چنگيز خان فاتح پنهنجن مفتوحن سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو؟

چنگيزخان جي ظلمن جي داستان بابت يورپ جي نامور فلسفي ۽ ممتاز دانشور آنجهاني برٽراندبرسل (Russel) جي ڪتاب (The Probelem of China) مان هڪ حوالو نقل ٿو ڪريان، جوبي صاحب کي گذارش آهي تہ پروفيسر رسل جي مٿئين ڪتاب مان هي اقتباس غور سان پڙهي ۽ پوءِ پنهنجي من کان پڇي تہ چنگيز جو هي اولاد

مرحوم شاهه بيگ ارغون (مسلمان) پنهنجي وڏي پڏ ڏرم جي پوچاريءَ جي ظلمن جي مقابلي ۾ معصوم ڏسڻ ۾ نٿو اچي؟ پروفيسر رسل پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته، " پوري وچ ايشياجي جن شهرن تي چنگيز خان قبضو ڪيو هو، هن اتان جي هر هڪ مرد، عورت ۽ ٻار کي نيست و نابود ڪري ڇڏيو. جڏهن مرو (Merv) تي فتح حاصل ڪيائين ته هن (بدنصيب) شهر جا ست لک ماڻهو قتل ڪري سڄي شهر ۾ ويراني آندي ۽ ان کي بيابان بڻائي ڇڏيائين. پر چيو وڃي ٿو ته ڪيترائي ماڻهو مڪر فريب کان ڪم وٺي پاڻ کي مئل ڄاڻائي لاشن ۾ ڪري بچي نڪتا. ان اٽڪل کي روڪڻ لاءِ نيشاپور شهر تي قبضي ڪرڻ بعد فورًا چنگيزي حڪم ٿيو ته سڀني شهرين جا سر ڪپيا وڃن ۽ اهڙيءَ طرح وڍيل سرن جا ٽي مخروطي منارا ٺاهيا ويا هئا. هڪ مردن لاءِ ٻيو عورتن لاءِ ٽيون ننڍن ٻارن لاءِ. وڌيڪ انديشو محسوس ڪيو ويو ته مبادا ڪي ماڻهو زير زمين لڪي موت کان بچي وڃن، ان ڪري چنگيز خان سپاهين جي ڪٽڪ کي نيشاپور شهر ۾ ترسايو ۽ کين حڪم ڪيو ته جو ڪوئي شخص پاڻ کي ظاهر ڪرائي ته ڪيس اتي جو اتي قتل ڪجي. چنگيزي فوجن ماسڪو، ڪيف، هنگري ۽ پولنڊ ۾ به خونريزي جون ساڳيون هيبتناڪ ڪاروايون ڪيون هيون." (ص :٢٩، ٽيون ڇاپو)

هتي جوبي صاحب لاءِ غور جو مقام آهي. مرحوم مرزا شاهه بيگ ارغون به ٺٽي شهر تي ائين قابض ٿيو هو، جيئن سندس وڏو چنگيزخان وچ ايشيائي شهرن تي فتح حاصل ڪئي. پوءِ ڇاجي ڪري مرزا شاهه بيگ ارغون ٺٽي جا سڀئي مرد، عورتون ۽ ٻار ائين قتل نه ڪرايا جيئن مرو توڙي نيشاپور شهرن ۾ چنگيز مارايا هئا؟ سبب فقط هي آهي جو اقتدار جي هوس جي باوجود شاهه بيگ ارغون کي الله تعاليٰ جو خوف هو ۽ آخرت جي عذاب کان ڊڄي هن ٺٽي شهر ۾ قتل عام جو حڪم نه ڏنو، پر ڄام فيروز جي اهل و عيال جي نظرداري ڪرڻ لاءِ پنهنجا خاص چوبدار مقرر ڪرايائين. ساڳيءَ طرح هلاڪو خان به چنگيزخان جو پوٽو هو ۽ شاهه بيگ به ان جي نسل سان تعلق رکندو هو. سنه ١٢٥٩ع ۾ ظالم هلاڪوخان بغداد تي حملو ڪيو ۽ هن شهر تي ائين قابض ٿيو جيئن ١٥٢٠ع ۾ مرزا شاهه بيگ ٺٽي تي ٿيو هو. ڇا محترم جوبي صاحب کي خبر آهي ته هلاڪو بغداد ۾ ڪيترو نه ڪلور ڪيو؟ مورخ ابن خلدون لکيو آهي ته هلاڪو جي حملي وقت بغداد جي آدم شماري ويهه لک هئي، جنهن مان هلاڪو ارڙهن لکن ماڻهن کي مارائي ڇڏيو، پر پروفيسر هتي (Hitti) صاحب پنهنجي ڪتاب " عربن جي تاريخ" (History of the

(Arabs) ۾ لکي ٿو تہ، " بغداد جي شهرن ۾ لاشن جا ڍير پيل هئا ۽ بدبوءِ ۽ عفونت ڪري وبائي بيماريون سڄي شهر ۾ ڦهلجي ويون، ان ڪري ٿورن ڏينهن لاءِ هلاڪو بغداد جي خونريزيءَ تان هٿ ڪڍي ويو هو. پوري شهر ۾ ڦر لٽ ڪرائي وئي، باهہ ڏني وئي، شهر جي وڏي آبادي، خليفي جي اهل و عيال سميت نيست و نابود ڪئي وئي. "

(The city (Baghdad) it self was given over to Plunder and flames. The majority of its population in cluding the family of the Caliph were wiped out of existence. Pestilential odour emitted by corpses strewn unburried in the streets compelled Halagu to withdraw from the town for a few days. (P_ 487).)

ڇا مرزا شاهہ بيگ مرحوم بہ ٺٽي جي رهاڪن سان اهڙو ظلم نٿي ڪري سگهيو؟ جنهن قسم جي تعدي هلاڪو بغداد جي رهاڪن سان ڪئي هئي، فاتح شاهہ بيگ سڀ ڪجهہ ڪري ٿي سگهيو، مگر هو عالم فاضل شخص هو. عابد ۽ پرهيزگار هو. ان ڪري سندس دل تي هميشہ واحد القهار جو ڊپ هوندو هو. پنهنجن ابن ڏاڏن جي نقش قدم تي نہ هليو. جوبي صاحب کي معلوم هئڻ گهرجي تہ شاهہ بيگ ارغون کان ٻہ سو سال بعد ۾ سنہ ۱۷۳۹ع ۾ نادر شاهہ ايراني دهليءَ تي حملو ڪيو هو ۽ هن ظالم شهر جا هڪ لک ماڻهو مارايا هئا. نادرشاهہ وڏو سفاڪ ۽ ظالم شخص هو. نہ عابد هو نہ زاهد، هن جي دل ۾ شاهہ بيگ ارغون وانگر خدا جو خوف ڪونہ هئو، ان ڪري ماڻهن جي قتل ڪرڻ ۾ ڪوبہ شرم محسوس نہ ڪندو هو.

مرزا شاهہ بيگ ارغون جي خوبين باوجود ڇوٿو پوندو تہ هن کي سنڌ اندر ماڇين، سهتن، سوڍن ۽ بلوچن جي ڪن قبيلن کي قتل ڪرڻ جو جواز ڪونہ هو. پر ان لاءِ بہ سچ پچو تہ يقين سان ڪجهہ چئي نٿو سگهجي، ڇو جو سنڌ جي تاريخ تي ڊاڪٽر سارلي جي لکڻ مطابق اوندهہ ڇانيل آهي. ڪهڙين حالتن پيش اچڻ ڪري شاهہ بيگ هي قدم کنيو؟ تاريخ فقط ٻڌائي ٿي تہ انهن سرڪشي ڪئي هئي. تاريخ ۾ اهڙا مثال بہ ملن ٿا تہ ڪڏهن ڪڏهن غلط فهميءَ جو شڪار ٿي فاتح حڪمرانن قتل عام جو حڪم ڏنو هو. مثال طور ۱۸۵۰ع ۾ بلوچستان اندر اسان جي پنهنجي بگٽي قبيلي سان اهڙو هڪ واقعو پيش آيو. فرنگي فوجون اسان جي ڳوٺ جي ويجهو آيون ۽ اسان جا سادا ماڻهو گوري چمڙي ڏسڻ لاءِ هجوم ڪري ٻاهر بيٺا هئا. هو فقط تماشو ڏسڻ لاءِ گڏ ٿيا هئا، پر انگريزن کي اسان جي

قبيلي جي تاريخ جي ڄاڻ هئي، تہ هي بهادر ۽ ويڙهو قبيلو اهي. ان غلط فهميءَ جي ڪري هتي اسان جي پرامن ۽ تماشبين ماڻهن تي گولين جو وسڪارو ڪيو ۽ اتي جو اتي اسي ماڻهو قتل ٿيا. اسان جي وڏن کي انگريزن جنگي قيدي بڻائي انهيءَ سال لاڙڪاڻہ ۾ آباد ڪيو. سو چوڻ جو مقصد اهو آهي تہ ٿي سگهي ٿو تہ ماضيءَ ۾ بہ اهڙا واقعا ظهور پذير ٿيا هجن. قوم پرست جوڻي صاحب کي تہ مرزا شاهہ بيگ ارغون جون اوٿايون ياد ٿيون اچن ۽ ان جو بهانو بڻائي اسان جي اسلامي برادر واري تصور تي جلهون ٿو ڪري، پر گستاخي ڪري ڪانئس پڇان ٿو تہ ڇا پنهنجي سنڌي حڪمران ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي کان بہ ظلم جا افعال سرزد نہ ٿيا هئا؟ تاريخ ۾ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي هڪ اهڙي ظلم جو داستان ملي ٿو، جنهن کي پڙهي بي اختيار ڳوڙها ڪرن ٿا. ميان غلام شاهہ پنهنجن ٻن صغير ڀائٽين (ميان مراداياب خان جي پٽن) عباس علي ۽ حسين عليءَ کي ٻيڙيءَ ۾ ويهاري ٻوڙائي ڇڏيو. (تاريخ ڪلهوڙا جلد ٻيو صفحو ٥٩٣ از مهر) ٻڌايو تہ معصومن هن جو ڪهڙو گناهہ ڪيو هو؟ سي بہ سندس ڀائٽيا! هن قسم جي ظلم جا مثال تاريخ ۾ تمام ٿورا ملندا.

تاريخ معصوميءَ مان سنڌ اندر ارغوني حڪومت جي طريقي بيان ڪرڻ کان پوءِ مسٽر جوڻو سنڌ اندر مغل حڪومت جي ڏاڍاين بيان ڪرڻ بابت تاريخ مظهر شاهہ جهانيءَ مان حوالا نقل ڪري ٿو ۽ هتي بہ جوڻي صاحب اصل ڪتاب مان صفحن جا حوالا ڪونہ ڏنا آهن. محترم جوڻي صاحب پنهنجي ڪتاب جي ٤٢ کان ٥٠ صفحن تائين مظهرشاهہ جهانيءَ مان حوالا نقل ڪيا آهن. هي ڪتاب اصل فارسيءَ ۾ هڪ مذهب پرست ۽ خدا ترس شخص يوسف ميرڪ ولد ميرابوالقاسم نمڪين (پير حسام الدين راشدي صاحب جي تحقيق مطابق سنہ ١٠٤٤ هجري ڌاران لکيو. تاريخ مظهرشاهجهانيءَ جو مرتب محترم پير حسام الدين راشدي صاحب ڪتاب جي اردو ديباچي ۾ سندس سبب تاليف بابت لکي ٿو تہ، " شاهہ جهان جيسي هي تخت نشين (٨ جمادالثاني ١٠٣٧ھ) هوا اس نی اعتماد الدوله مير غياث کي پوتي، مرزا احمد بيگ خان کو سيوستان کا جاگيردار بناکر بهيج ديا. يہ شخص بيحد سست نااهل اور نکما آدمي تها. اس ني مردون کي مجلس اور حکومت کي کاروبار پر عورتون کي صحبت اور زنانخاني کي نشست کو ترجيح دي اور حکومت کي باگ دور اپني ايک ظالم اور سفاک بهائی مرزا يوسف کي حوالي کردي جو اپنی فطرت کی لحاظ سےازحد پست، ذليل،

بيرحم اور بيهوده آدمی تها. يوسف ميرک نی اس کی متعلق لکها هي کہ وه اتنا سفاک تها کہ حجاج بن يوسف جيسے ظالم اظلم بهي اس کي سامني ادنئ شاگرد کي حيثيت رکهتا تها." (تاريخ مظهر شاهجهاني ص: ۲۱)

تاريخ مظهر شاهہ جهاني دراصل سنڌ ۾ مغل بادشاهہ مرحوم شاهجهان جي مقرر ٿيل جاگيردار مرزا احمد بيگ خان ۽ سندس سفاڪ پاءُ مرزا يوسف جي ظلمن جو هڪ داستان ۽ بيان آهي. حيرت آهي جو اسان جي بزرگ جويي صاحب پير صاحب جي اردو پيش لفظ مان حوالا ڪڍي پنهنجي ڪتاب ۾ نقل ڪيا آهن.

## تاريخ مظهرشاهہ جهاني جو مصنف

ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ سنڌ ۾ مغل جاگيردار مرزا احمد بيگ ۽ سندس پاءُ مرزا يوسف وڏا ظالم شخص هئا. پر انهن پنهي پائرن جي زيادتين مان اها مراد وٺڻ تہ اسلامي پائيچاري وارو تصور ئي غلط آهي، سراسر غلط ۽ بي بنياد آهي، جيئن جويي صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي. جويي صاحب ڪي خبر هئڻ گهرجي تہ مغل جاگيردارن جي ظلمن ڪي بي نقاب ڪرڻ لاءِ يوسف ميرڪ مذهبي جذبي ڪري پنهنجو ڪتاب لکيو هو، ڇو تہ اسان جي مذهب ۾ظالم خلاف آواز بلند ڪرڻ جهاد ۾ شامل آهي. يوسف ميرڪ مظهر شاهجهاني جي ديباچي ۾ لکي ٿو تہ، " جيئن سنڌ ولايت جا احوال لاعلاج ٿي ويا تہ هن قرآني آيت جي تقاضا مطابق تہ ." ولاتكتموا الشهادة ومن يكتمها فانه آثم قلبه والله بما تعلمون عليم" (گواهي کي نہ لڪايو ۽ جو شخص ان کي لڪائيندو تہ (ان حالت ۾) هن جي دل گنهگار رهندي ۽ جو ڪجهہ ڪريو ٿا، خدا ان کي ڄاڻي ٿو) پنهنجو بيان شاهجهان بادشاهہ جي آڏو عرض رکڻ جو ارادو ڪيو." (پيش لفظ صفحہ ۳۴، ۳۵ از پير صاحب) تاريخ مظهر شاهہ جهاني سنڌ ۾ مغل صوبيدارن جي ظلم خلاف وڏي چارج شيٽ آهي ۽ ان جي مصنف يوسف ميرڪ مٿئين قرآني آيت جي تعميل ڪندي هي قيمتي ڪتاب تصنيف ڪيو. ڇا ان مان اسلامي پائيچاري جي ثابتي ڪانہ ٿي ملي؟ خود يوسف ميرڪ اهل سنڌي بہ نہ هو، جو پاڻ کي نسب جي لحاظ کان حسيني ۽ ڄاءِ پنداش توڙي وطن جي لحاظ کان هروي البجڪي ڪوني ٿو. مصنف پنهنجي ڪتاب ۾ مذهبي جذبي ڪان سر شار ڏسڻ ۾ ٿو اچي. ڪتاب جو خاتمو (صفحہ ۲۵۵) عربي جي شعرن سان ڪري ٿو. چند شعرن جو ترجمو هيٺ

ڏجي ٿو:

" نفس لا تقنطي من زلة عظمت
ان اڪبائر في الغفران ڪالممم
لعل رحمة ربي حين يقسمها
تاتي علئ حسب العصيان في القسم

يعني تہ " اي دل وڏن گناهن جي ڪري نااميد نہ ٿي ڇاڪاڻ تہ بخشش ۾ وڏا گناهہ ننڍا آهن. اميد آهي تہ الله جي رحمة جڏهن وراهبي تہ گناهن جي موافق ٿيندي، جنهن جا وڏيڪ گناهہ هوندا، ان لاءِ رحمة بہ وڏي هوندي" مظهر شاهہ جهاني جي فاضل مرتب پير حسام الدين راشدي صاحب جي خدمت ۾ گذارش ڪندس تہ مٿيان ۽ باقي عربي شعر مشهور قصيده برده شريف مان مير يوسف ميرڪ نقل ڪيا آهن، عربيءَ ۾ قصيده برده جو مصنف امام شرف الدين بوصيري رحمة الله عليه آهي. هي صاحب ڪوڙهہ جي موذي بيماريءَ ۾مبتلا هو ۽ حضور صلي الله عليه وسلم جي شان اقدس ۾ هڪ وڏو قصيدو لکيائين، رات جو پاڻ ڪريم جن ڪي خواب ۾ ڏنائين تہ امام بوصيري جي مٿان چادر (برده) پيا اوڙهين ۽ صبح جو امام صاحب ڪوڙه جي مرض مان بالڪل تندرست ٿيو. پير حسام الدين راشدي بہ رسول خدا تي صلواة ۽ درود پڙهڻ سان هڪ موذي مرض کان شفاياب ٿيو هو، ملاحظہ ٿئي پير صاحب جو ڪتاب " هو ڏوٿي هو ڏينهن" جو ديباچو، تہ گذارش ڪرڻ جو مقصد هي آهي تہ جيڪڏهن يوسف ميرڪ مذهبي ۽ ديني جذبي سان سرشار نہ هجي ها تہ مظهر شاهہ جهاني جهڙي قيمتي ڪتاب کان اسان محروم ٿي وڃون ها. ان حساب سان جوبو صاحب ڪهڙي طرح اسان جي مذهب تي حملا ڪري ٿو؟ ڇا احمد بيگ يا سندس پاءُ مرزا يوسف جي ظلمن جو جواز اسان جي مذهب ۾ آهي؟ ۽ جڏهن ظلم ڪيائون تہ هڪ ٻئي مذهبي شخص يوسف ميرڪ سندن ظلمن کي بي نقاب نہ ڪيو؟

## شاهہ جهان رحمدل بادشاهہ هو

حقيقت هيءَ آهي تہ مٿيان ٻئي ڀائر انفرادي طور سنڌ ۾ ظلمن جا جوابدار آهن، ورنہ ان وقت جو بادشاهہ مرحوم شاهہ جهان هڪ رحمدل، نيڪ سيرت انسان هو. هن پنهنجي حڪومت ۾ امن امان قائم ڪيو هو. مشهور مغربي تاريخدان پروفيسر اسٽئنلي لين پول (Lane poole) انگريزي زبان ۾ مغل شهنشاهہ حضرت اورنگزيب

مرحوم جي سوانح لکي آهي جا پهريون ڀيرو ۱۸۸۳ع ۾ شايع ٿي هئي. هن ڪتاب ۾ هي فاضل تاريخدان مرحوم شاهہ جهان جي عهد حڪومت جي بي حد تعريف ڪري ٿو ۽ لکي ٿو تہ " شاهجهان و عهد حڪومت خاص طرح پنهنجي پرامن ترقي ۽ خوشحالي لاءِ مشهور آهي."

(The reign of shah Jahan is notable chiefy for peaceful prosperity. Aurangzeb. P _15)

لين پول صاحب اڳتي هلي شاهہ جهان جي نظام حڪومت بابت هڪ فرينچ سياح تيورنير (Tavernier) جي راءِ نقل ڪري ٿو جيڪو سندس ئي حڪومت ۾ هندستان آيو هو: ٽيورنير لکيو تہ" شاهہ جهان جي حڪومت بہ ماڻهن مٿان ائين آهي، جيئن پيءُ جو سهارو ڪٽنب تي، رستا با سلامت آهن، ملڪ ۾ انصاف ۽ قانون جي حڪومت آهي ۽ سندس وقت جي هڪ هندو مصنف جي بہ اها راءِ هئي:

(The french traveller Tavernier speaks of the gracious Government of the emperor as, Like that of father over his family, and bears witness to the security of the roads and the just administration of the law. p_ 15)

شاهہ جهان بابت آخري رمارڪ ڏيندي پروفيسر لين پول لکي ٿو تہ " شاهہ جهان سڀني مغل بادشاهن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ پيارو ۽ منٺار هو."

(No other Mughul emperor was ever so beloved as Shah Jahan. p_ 16 )

اهوئي سبب آهي جو هي محبوب بادشاهہ پاڄ ڪائڻ بعد جڏهن ٺٽي ۾ آيو تہ سنڌي عوام هن جي بي حد عزت ۽ تڪريم ڪئي هئي، جنهن جي عوض حضرت شاهہ جهان ٺٽي ۾ تاريخي جامع مسجد ٺهرائي هئي جا اڃا تائين موجود آهي، مون کي بہ هڪ دفعي هن مسجد شريف ۾ جمعي نماز پڙهڻ جي سعادت حاصل ٿي.

گفتگو جو ماحصل نڪتو تہ شاهہ جهان پاڻ ظالم هرگز نہ هو، هن شريف انسان مرزا احمد بيگ توڙي سندس لوفر پاءُ مرزا يوسف کي سنڌ واسين تي ظلم ڪرڻ جي پاڻ هرگز اجازت نہ ڏني هئي. هن پاٽرن جيڪڏهن ڪميناڻپ جو مظاهرو ڪيو تہ ان لاءِ جوبو صاحب اسان جي دين اسلام کي ڪيئن جوابدار ٺهرائي ٿو. ڇا احمد بيگ جهڙن بدمعاشن جي ظلمن ڪري اسين اسلامي اخوت کي هدف تنقيدوبڻايون؟ واهہ جويا صاحب تنهنجو انصاف؟

## مذهب، ظلم ۽ جارحيت

معصومي توڙي تاريخ مظهر شاهه جهانيءَ مان سنڌ مٿان ارغونن توڙي دهليءَ جي مغلن جي ظلمن بيان ڪرڻ ڪان پوءِ جويو صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ هيٺيون نتيجو ڪڍي ٿو ته، " تاريخ جي هي هڪ عالم آشڪار حقيقت آهي ته مذهب ڪنهن ملڪ، قوم يا سماج کي ٻئي ڪنهن ملڪ، سماج يا قوم جي اڳرائيءَ، ڦر مار ۽ غلاميءَ کان بچاءَ جو ڪم ڪونه ٿو ڏئي، چاهي اڳرائي ڪندڙ ۽ ڦر مار ڪندڙ قوم ڪا هم مذهب قوم ئي ڇونه هجي. مذهب هڪڙيءَ ڪنهن قوم کي ٻيءَ ڪنهن قوم تي حملي ڪرڻ، ان کي ڦرڻ لٽڻ ۽ ان کي غلام بنائڻ کان روڪ جو ڪم به ڪونه ٿو ڏئي، چاهي اها ٻئي قوم ان جي هم مذهب قوم ئي ڇونه هجي." (ص ٣٩)

مذهب بابت جويي صاحب جي هن الزام جو جواب ته مون سرسري طور مٿي ڏنو آهي. پر پڙهندڙ حضرات معلوم ڪري ويا هوندا ته جويو صاحب جي اصل منشا مذهب جي مخالفت آهي، سوبه شاهه، سچل ۽ سامي جهڙن صوفين ۽ مذهبي شخصن جي نالن تي.

## سامي هڪ ڪٽر مذهبي شاعر هو

شاهه ۽ سچل ته فنا في الله صوفي ٿي گذريا آهن، جن جي ذهن تي هميشه خدائي نشو چڙهيل هو. پر سامي به هڪ وڏو درويش ۽ الله لوڪ شخص ٿي گذريو آهي. جويي صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ مذهب دشمنيءَ جو جنهن نموني مظاهرو ڪيو، هيٺ سندس خيال ۽ منطق جي ترديد لاءِ خودساميءَ جي سلوڪن مان چند حوالا عرض رڪان ٿو. هي ڪيڏو نه غضب آهي جو جويي صاحب مذهب پرستن جي نالي کي استعمال ڪري خود مذهب جي مخالفت ڪئي آهي، اهو به ائين آهي جيئن ڪميونزم جي مخالفت لاءِ مارڪس جو نالو استعمال ڪجي يا نيشنلزم جي مخالفت لاءِ ميڪاولي ۽ منزني جا نالا استعمال ڪجن. اها ته ڄاڻي واڻي جهالت چئبي، ڀائي چئنراءِ صاحب ١٧٤٣ع ۾ شڪارپور ۾ ڄائو ۽ ١٨٥٠ع ۾ وفات ڪيائين. هن ڪلهوڙن توڙي ميرن جا ٻئي دور ڏٺا. ڀائي چئنراءِ پنهنجي مرشد سوامي مينگهراج صاحب ۾ مڪمل فنا ٿي هن کي عزت بخشڻ لاءِ سامي يا ڀانيڻ جو تخلص اختيار ڪيو. مولانا روميءَ به پاڻ کي شمس تبريز جي عشق ۾ فنا ڪيو هو. جيئن حافظ شيرازيءَ جو ڪلام سندس دوست محمد گل اندام گڏ ڪيو، تيئن ساميءَ جو

كلام ۾ سندس پٽ پائي گھنشامداس گڏ ڪيو هو. ذراساميءَ جي ڪلام مان هيٺيان بيت پڙهي ڏسو ۽ پوءِ جوبي صاحب جي سوچ تي رحم ڪريو سامي چوي ٿو:

" محبتي مطلب، ڪنهن سان رکن ڪينڪي،
وهي جن جي روح ۾، راتيان ڏينهن رب
ڳالهيون ڪن عرش جون، عجائب عجب
توڙي لائي لوڪ لقب، تہ بہ مست رهن مهراڻ ۾"

سامي ماده پرست انسانن جي رهنمائي ڪندي چوي ٿو تہ الله تعاليٰ جي ذات سچ وانگر پڌري آهي پر هي انڌا پنهنجي اک پٽي هن کي ڏسي نٿا سگهن.

"پرميشر پرتڪ سامي سورج جان رهي،
انڌا ڏسن ڪينڪي پٽي پنهنجي اک
ڪوهہ ڪرين جک جک، تو در در ديوانن جان"

"اندر ٻاهر رام، سامي جنهن سهي ڪيو،
مٽي تنهنجي من مون ڀي سڀ خودي خام،
ڪياءِ ڪلپت ڪڏي ڪري، انييءَ منجهہ آرام،
پري ڪين سلام، در در ديوانن جان".

ساميءَ جي ڪلام ۾ ايڏو تہ سوز ۽ گداز آهي جو اهل دل ڪي روئاري ڇڏي ٿو. اڄوڪو ماده پرست انسان چرين وانگر در در سلام ان ڪري پري ٿو جو هن جي اندر ٻاهر رام جو تصور موجود نہ آهي. اهوئي آهي ساميءَ جي ڪلام جو نچوڙ، جنهن کي جوبو صاحب مذهب دشمنيءَ لاءِ هٿيار طور استعمال ڪري ٿو.

## مذهب، حملو ۽ قرمار

محمد ابراهيم جويو صاحب پنهنجي زير تبصره ڪتاب ۾ شڪايت ٿو ڪري تہ مذهب همذهب وارن کي بہ قرمار، قتل ۽ غلاميءَ کان بچائي نٿو سگهي ۽ ان کي محترم تاريخ جي هڪ عالم آشڪار حقيقت ٿو ڪوٺي. مان ڪيس ٻڌائڻ ٿو چاهيان تہ مٿيون قاعدو ٻين مذهبن سان تہ بيشڪ لاڳو ڪري سگهجي ٿو پر اسان جي دين اسلام تي اهو عظيم بهتان آهي، جنهن لاءِ جويي صاحب وٽ ڪا تاريخي سند نہ آهي. ڪن ارغون ۽ مغل صوبيدارن سنڌ واسين سان زيادتيون ڪيون ۽ اهڙن مثالن کي بهانو بڻائي اسلامي پائيچاري واري تصور جي مذمت ڪرڻ سخت ناداني آهي. سڀ مسلمان پاڻ ۾ پائر

آهن ۽ اهي ڪهڙي به علائقي يا ڪي سان تعلق چونه رکن. مسلمانن هميشه هن قرآني احڪام " ڪل المومنين اخوة" ( سڀ مومن پاڻ ۾ ڀائر آهن) تي عمل ڪري ڏيکاريو ۽ سندن مخالفن به شاهدي ڏني ته پاڻ ۾ ڀائيچاري جو سبق جنهن نموني سان اسلام ۾ ملي ٿو، ان جو مثال ٻئي هنڌ ملڻ مشڪل آهي. مغل جاگيردار احمد بيگ چاهي سندس لوفر ڀاءُ مرزا يوسف جي ڏاڍاين ڪري اسان جي نظريه کي چيلينج نٿو ڪري سگهجي بقول علامه اقبال:

"ايک هون مسلم حرم کي پاسباني کي لئي
نيل کي ساحل سي ليکر تابخاک کا شغر"

مغرب جي متعصب تاريخدانن به اسان جي مسلم برادري واري تصور کي قبول ڪيو آهي ۽ پنهنجن تاريخن ۾ لکيو اٿن ته مسلمان هڪ ئي امت آهن ۽ سندن وچ ۾ رنگ نسل، ڪاري، توڙي ڳاڙهي جي ڪا تميز نه آهي ۽ سڀ وحدت ۾ شمايل آهن. موجوده آمريڪا جا ڪارا توڙي اڇا باشندا ٻئي عيسائي مذهب جا پيرو آهن، پر ان هوندي به امريڪا جا ڪارا حبشي پنهنجن بنيادي حقن کان محروم آهن. ڪجهه وقت ٿيندو ته ٽائم مئگزين ۾ هڪ حيرت انگيز مضمون ڇپيو هو جو سيني شائقين پڙهيو هوندو. آمريڪا جي هڪ اڇي چمڙي واريءَ هڪ عورت جي صغير پٽ کي اسپتال ۾ رت ڏيڻ جي ضرورت پئي هني، ڊاڪٽرن کيس ٻڌايو ته في الحال اسان وٽ لئبارٽريءَ ۾ اڇي چمڙي وارن جو رت موجود نه آهي، باقي ڪاري چمڙي وارن جو رت دستياب آهي، اجازت ڏيو ته ٻالڪي کي حبشيءَ جو رت ڏيون. ان تي مائي صاحبا رڙ ڪري چوڻ لڳي ته، منهنجو ٻار مري ته مرڻ ڏيوس پر ڪارن جو رت هن جي بدن ۾ داخل نه ڪيو. جيڪڏهن اوهان اصرار ڪندا ته مان ڪورٽ ۾ اوهان تي سول دعويٰ داخل ڪنديس. آخرڪار هي نندڙو ٻار رت نه ملڻ ڪري مرندي مري ويو، پر کيس ڪاري چمڙي وارن جو رت نصيب نه ٿيو. پر اسان جي مذهب اسلام ۾ ڪارن توڙي اڇن جي وچ ۾ فرق نه آهي. جوبي صاحب کي خبر هوندي ته مشهور صحابي حضرت بلال رضه رنگ جو ڪارو حبشي هو، پر ان هوندي به حضرت عمر رضه هن جي لاءِ چوندو هو ته " البلال سيدنا واميرنا" يعني " بلال اسان جو سائين ۽ امير آهي" اسلام جي هن باهمي ڀائيچاري واري تصور کي مغربي مورخن به تسليم ڪيو آهي. هتي جوبي صاحب جي خدمت ۾ مشهور تاريخدان پروفيسر فلپ - ڪي - هٽيءَ جي ڪتاب " عربن جي تاريخ" (The History of Arabs) مان هڪ حوالو عرض رکان ٿو. هو لکي ٿو ته، " ڏسڻ ۾ ايندو ته سيني دنيا جي مذهبن جي پيٽ ۾ پنهنجي برادري

اندر نسليت، رنگ، توڙي قوميت جي رنڊڪن کي ڊاهڻ ۾ اسلام کي وڏي ۾ وڏي ڪاميابي حاصل ٿي آهي."

(Of all world religions Islam seems to have attained. The largest measure of success in demolishing the barriers of race, colour, and nationality at least within the confines of its own community. P_ 136.London: 1953Ed)

## اسلام ۽ ظلم

محترم جويي صاحب ڪن ظالم صوبيدارن جي فعلن تي ناراض ٿي لکيو آهي ته مذهب حملہ آورن جي ظلم ۽ ڏاڍائي کي ڪونہ ٿو روڪي! سندس راءِ نهايت ئي غلط ۽ تعصب تي مبني آهي. هتي مان ظلم بابت چند گذارشون عرض رکندس. ياد رهي تہ ظلم علامہ ابن خلدون جي الفاظ ۾ "ويراني ۽ تهذيب جي بربادي آهي." ( الظلم موذن للخراب العمران) اهوئي سبب آهي جو تمام انبياءَ جي شريعتن ۾ ظلم کي ننديو ويو ۽ ان کي متائڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ وڏي ثواب ۽ نيڪيءَ جو ڪم آهي. ظلم معاشري کي کوکلو ڪري ڇڏي ٿو ۽ جلد ئي آهڙي سوسائٽي فنائيت جي راهہ اختيار ڪري ٿي. عام ظلم جي هجڻ ڪري سوسائٽي بداخلاق، منافق، بي ايمان، گيدي ۽ ڪمزور ٿني ٿي. انسانيت جا بنيادي اقدار تباهہ ٿي وڃن ٿا ۽ تهذيبن جون تهذيبون ظلم ۽ ڏاڍ ڪري نيست ۽ نابود ٿي وڃن ٿيون. حضرت شاهہ ولي الله ( رحمة الله عليه) پنهنجي انقلابي ڪتاب " حجة الله البالغة" ۾ لکيو آهي تہ سڀني نبين جي شريعتن ۾ توحيد، رسالت، آخرت، روزه، نماز، حج، زڪواة ۽ زنا جي حرمت، اهي بنيادي پروگرامن مان آهن. اِڳتي هلي شاهہ صاحب لکي ٿو تہ مٿين ڳالهين کان علاوه سڀني نبين جو آهو گڏيل پروگرام ۽ منشور آهي تہ "الاقامة العدل بين الناس والتحريم المظالم" يعني تہ ماڻهن وٽ انصاف کي قائم ڪجي ۽ ظلم جي پاڙ پٽجي" معلوم ٿيو تہ انساني معاشري ۾ عدل قائم ڪرڻ ۽ ظلم جي بيخڪني ڪرڻ انبيائي پروگرام يعني روزه، نماز، وغيرهم وانگر بنيادي اصولن مان هڪ اصول آهي. بس جويي صاحب جو اهو لکڻ تہ مذهب ظلم کان نٿو روڪي سراسر غلط ۽ بي بنياد آهي.

## قرآن ۾ قتل ناحق

ڪنهن شخص کي بي گناهه قتل ڪرڻ ۽ ان جي جان وٺڻ وڏي ۾ وڏو ظلم آهي. قرآن مجيد جي هڪڙي آيت آهي، جنهن ۾ ارشاد رباني آهي ته "جنهن بغير سبب جي بي گناهه ڪنهن کي قتل ڪيو ته گويا ان شخص (قاتل) سڀني انسانن کي خون ڪيو آهي ۽ جنهن به شخص هڪڙي جو به ساهه بچايو ته ڄڻڪ هن سڀني انسانن جي جان بخشي ڪئي ۽ انهن کي زنده رکيو".

مان جويي صاحب کي چيلينج ٿو ڪريان ته هو قتل ناحق بابت سڀني مذهبي ڪتابن مان مٿين آيت سڳوريءَ جهڙو ڪو مثال ته پيش ڪري؟

## حجة الوداع جو خطبو

آخري حج (حجة الوداع) جي موقعي تي حضور جن جي ڪيل تقرير بين الاقوامي منشور آهي. نبي صلي الله عليه وسلم بين ڳالهين سان گڏ خون وهائڻ جي سختيءَ سان ممانعت ڪئي آهي. هتي جويي صاحب جي اطلاع لاءِ مذڪور تقرير مان هڪ ٽڪرو حضور جن جي مصري سيرت نگار ڊاڪٽر محمد حسين هيڪل جي ڪتاب "حيات محمد صلي الله عليه وسلم" مان پيش ڪيان ٿو. سرور ڪائنات عليه الصلواة والسلام پنهنجي تقرير ۾ فرمايو ته، "ياايهاالناس اسمعوا قولي فاني لا ادري لعلي لا القاکم بعد عامي هذا بهذا الموقف ابدا. ياايهاالناس ان دمائکم واموالکم عليکم حرام الي ان تلقوا ربکم کحرمة يومکم هذا او کحرمة شهرکم هذا".

يعني ته "اي انسانو! جو ڪجهه چوان ان کي غور سان ٻڌو، شايد اڳين سال ۾ ان کان پوءِ هتي توهان سان وري ملاقات نه ٿئي. اي انسانو! اوهان جي مٿان هڪ ٻئي جي جان، رت ۽ مال قيامت تائين ائين حرام آهي جهڙيءَ طرح اڄوڪي ڏينهن ۽ هن ئي مهيني ذوالحج ۾ هڪ ٻئي جي اوهان بيحرمتي نٿا ڪريو." (صفحه ٥٤٢)

جناب جويي صاحب کي دلسوز اپيل ٿو ڪريان ته مهرباني ڪري رسول خدا صه جي مٿين تقرير کي غور سان پڙهو پوءِ پاڻ فيصلو ڪريو ته اوهان جي الزام ( ته مذهب حملي، ظلم ۽ ڏاڍ کان ڪونه ٿو روڪي) ۾ ڪيتري صداقت آهي؟

## ظلم جي خلاف خليفه اول جي تقرير

يارهين هجري ۽ عيسوي سنه ٦٣٢ع مطابق رسول الله صلي الله عليه وسلم جي انتقال کان پوءِ حضرت ابوبکر رضي الله عنه کي پهريون خليفو چونڊيو ويو. بيعت جي رسم پوري ڪرڻ بعد حضرت ابوبکر پهرئين تقرير ڪئي هئي، جا سموري علامه حافظ ابن ڪثير پنهنجي ڪتاب " البدايه والنهايه" ۾ نقل ڪئي. مشهور انگريز تاريخدان سر وليم ميور صاحب پنهنجي تصنيف " خلافت ان جو عروج ۽ زوال" (The Caliphate, its Rise Decline and Fall) ۾ حضرت ابوبکر رضه جي هن تاريخي تقرير جو انگريزي ترجمو ڏنو آهي جيڪا هيٺ ميور جي تاريخ تان نقل ڪجي ٿي، اميد ته جوڀو صاحب ان کي غور سان پڙهندو، ڏسو ته ڪمزورن ۽ مظلومن جي حقن جي دادرسيءَ لاءِ حضرت صديق اڪبر ڇا ٿو فرمائي؟

( Oh people! Now I am ruler over you,albeit not the best amongst you. If I do well, support me. If ill, then setme right. Follow the true, wherein is faith fullness: eschew the false, wherein is treachery. The weaker amongest you shall be as the stronger with me, until that I shall have rederessed his wrong: and the stronger shall be as the weaker untill he hath wrested. P _ 4,5 Beirut)

يعني ته " اي انسانو مان اوهان جو حاڪم مقرر ٿيو آهيان، حالانڪ مان اوهان کان چڱو نه آهيان، جيڪڏهن مان سٺو ڪم ڪريان ته ان حالت ۾ منهنجي مدد ڪريو ۽ جيڪڏهن ڪو ڪڙو ڪم ڪيان ته مون کي سڌو ڪيو. سچائي هڪ امانت آهي ۽ ڪوڙ خيانت آهي، جنهن کان بچو. توهان مان جو ڪمزور آهي، اهو مون وٽ قوي ۽ زور وارو آهي، تنهن ڪري مان هن جي شڪايت دور ڪندس ۽ اوهان مان ڪوبه طاقتور، مون وٽ اوستائين ڪمزور آهي، جيستائين ان کان حق نه وٺان".

حضرت ابوبکر رضه جي هيءَ تقرير گويا انساني آزادين جو هڪ منشور ۽ ڪمزورن جي مٿان ظلم بند ڪرڻ لاءِ هڪ ڍال آهي ۽ صديق اڪبر رضه جي ٻن سالن واري دور حڪومت ۾ ڪنهن کي به هيٺن جي مٿان ڏاڍ ڪرڻ جي ڪا مجال ئي ڪانه هئي.

## حضرت عمر رضہ جو زرين مثال

جوبي صاحب کي ٻئي خليفي حضرت عمر رضہ جي ڪارنامن جي خبر ضرور هوندي. مهاتما گانڌي ڪانگريس جي هڪ اجتماع ۾ تقرير ڪندي چيو هو تہ اسان مان سيني کي حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر جي نقش قدم تي هلڻ کپي ۽ انهن جهڙي سادگي ۽ طرز حڪومت اختيار ڪرڻ کپي. سروليم ميور پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ، " اسلامي سلطنت ۾ رسول خدا کان بعد ٻئي نمبر تي عظيم ترين شخصيت حضرت عمر رضہ جي هئي" .
(So died Omar next to the prophet the greatest in the kingdom of Islam. P _ 201)

جوبي صاحب پنهنجي ڪتاب ۾لکيو تہ مذهب حملي توڙي غلاميءَ کان ڪونہ ٿو روڪي. سندس هن خيال شريف جي رد ڪرڻ لاءِ هتي حضرت عمر رضہ جي زندگيءَ مان هڪ اهم واقعو نقل ڪيان ٿو. اميد تہ پڙهي پنهنجن خيالن کان توبہ تائب ٿيندو.

حضرت عمر رضہ غلاميءَ جي روڪڻ لاءِ موثر تدبيرون اختيار ڪيون هيون. رومي سلطنت ۾ غلامن سان انسانيت سوز سلوڪ ڪيو ويندو هو. رومي بادشاه پنهنجن غلامن کي اڪثر خونخوار جانورن سان وڙهائيندا هئا ۽ پاڻ اهڙو تماشو ۽ ميلو ڏسندا هئا. ليڪن اسلام ۾ غلاميءَ جي حيثيت ئي ٻي هئي، غلامن کي آزاد ڪرڻ لاءِ قرآن مجيد ۾ خاص احڪام آيل آهن. حضرت ابوبڪر رضہ جو لقب " عتيق" بمعنيٰ آزاد ان ڪري رکيو ويو، ڇاڪاڻ تہ هن ڪيترائي غلام پنسا ڏيئي آزاد ڪرايا هئا. مورخ اسلام علامہ شبلي نعماني مرحوم حضرت عمر رضہ جو غلامن سان طرز عمل بابت پنهنجي مشهور ڪتاب " الفاروق" ۾ لکي ٿو تہ، " حضرت عمر رضہ غلامون کو بلاکر ساتھ کھانا کھلايا کرتي تھي اور حاضرين کو سناکر کھتي تھي کہ خدا ان لوگون پر لعنت کردي جن کو غلامون کي ساتھ کھاني سي عار هي. اضلاع کي جو عمال (آفيسر) تھي ان کي نسبت وہ اور باتون کي ساتھ هميشہ يہ بھي دريافت کرتي رهتي تھي کہ غلامون کي ساتھ ان کان برتاءُ کيسا هي. چنانچہ اگر يہ معلوم هوتا تھا کہ وہ غلامون کي عيادت ( پڇا ڳاڇا ڪرڻ مرض جي حالت ۾) کو نهين جاتي تو صرف اسي جرم پر ان کو معزول و موقوف کرديتي تھي" . (صفحو ٤٦٠)

مولانا شبلي نعماني پنهنجي ڪتاب ۾ حضرت عمر بابت هڪ حيرت انگيز واقعو نقل ڪيو آهي، جنهن مان سولائيءَ سان اندازو

لڳائي سگهجي ٿو ته هن کي انساني آزادين جو ڪيترو نه قدر هو. محترم جويي صاحب کي غور سان پڙهڻ گهرجي. مولانا شبلي نعماني حضرت عمر بابت لکي ٿو ته " عمرو بن العاص (مصر جو گورنر) کي معزز فرزند ني جب ايک قبطي کو بي وجهه مارا تو خود اس قبطي کي هاتهه سي مجمع عام مين سزا دلوائي اور عمرو بن العاص اور ان کي بيٽي کي طرف مخاطب هوکر يه الفاظ کهي که " مذکم تعبدتم الناس ولقد ولدت امهاتهم احرارا." يعني " تم لوگون ني آدميون کو غلام کب سي بناليا ان کي مائون ني تو ان کو آزاد جنا تها." صفحه ٥١٠ - ٥١١)

جويا صاحب! خداجي واسطي دل تي هٿ رکي ڏسو ته اسان جي مذهب ۾ ظلم ۽ ڏاڍ خلاف ڪيترا نه ڪات ڪهاڙا ڪنيا ويا ۽ انسانن جي آزادي بحال ڪرڻ لاءِ ڪيڏيون نه ڪوششون ٿيون آهن. حضرت عمر جي وفات کان ٻارهن سو سال گذرڻ بعد فرانس جي عظيم انقلابي روسو پنهنجي ڪتاب "سوشل ڪانٽنڪٽ ۾ تقريبًا حضرت عمر وارا الفاظ استعمال ڪري ٿو. يعني ته " انسان آزاد ڄائو، پر جتي ڪٿي زنجيرن ۾ جڪڙيل آهي".

هاڻي قوي اميد اٿم ته جويو صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ اسانجي مذهب جي خلاف پنهنجا بي بنياد الزام واپس وٺندو.

## ڇا ڪلهوڙا عباسي نه هئا؟

اسان جي جويي صاحب پيارن پانڊن جي هميشه عادت رهي آهي ته هو طيءِ شده معاملن جي خلاف ضعيف روايتن جي بنياد تي پنهنجي راءِ قائم ڪندا آهن. مثلاً سنڌ جا ڪلهوڙا اصل ۾ عباسي آهن. پر جويو صاحب ڪلهوڙن جي عباسي هجڻ کي تسليم نٿو ڪري. لکي ٿو ته، "تاريخ ۾ سنڌن اصل نسل سنڌي ڄڻا قبيلي منجهان ڏيکاريل آهي. جيئن ئي ڪ اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ هنن پنهنجي ذات عرب سان ڳنڍي پاڻ کي عباسي سڏائڻ شروع ڪيو، ورنه اوستائين ( جيئن اڄ به) سنڌ ۾ هنن جون ذاتيون يا پاڙا ڪلهوڙا، دائودپوٽه، عارباڻي، سيباڻي، فيروزاڻي وغيره مشهور هئا. پنهنجي قبيلي جي نالي کي ڇڏي، پاڻ کي عرب سڏائڻ اها ذارين جي سلسلي ۾ سنڌن احساس ڪمتري کان وڌيڪ انهن سان ڪلهي گس ڪرڻ، خود پنهنجن تي حاڪمانه برتري ڏيکارڻ ۽ رعب ويهارڻ جي سنڌن هڪ ڪوشش هئي. سنڌن وڏي ڄام ڄنوءَ (١٢٢٠ع جو تاريخ ۾ ذڪر هڪ نهايت چڱي مڙس جي حيثيت ۾ ڪيو ويو آهي". (صفحو ٥٠ - ٥١)

## ڇا عارباڻي ۽ هيسباڻي ڪلهوڙا آهن؟

ڪلهوڙن جي شجري بابت جويي صاحب جي عدم واقفيت نهايت ئي افسوسناڪ آهي، جو هو صاحب عارباڻين ۽ هيسباڻين کي ڪلهوڙن ۾ شامل ڪري ٿو. ان ۾ شايد جويي صاحب جو ايترو قصور نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ خود جويا پنجابي نسل سان تعلق رکن ٿا، ان ڪري کيس سنڌ جي ذاتين ۽ قبيلن جي ايتري سُڌ نہ آهي. جويي صاحب کي خبر هئڻ گهرجي تہ عارباڻي توڙي هيسباڻي ڪلهوڙن سان تعلق ڪونہ ٿا رکن. پر اصل ۾ اهي ٻئي ذاتيون بلوچ قبيلي جون آهن. سنڌ ۾ عارباڻي توڙي هيسباڻي چڱي تعداد ۾ رهن ٿا. مان سنڌن پڙهيل طبقي کي گذارش ڪندس تہ هو منهنجي تائيد ۾ آواز اٿارين ۽ جويي صاحب کي احتجاجي خط لکن، تان تہ هو صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ درستي ڪري. جويو صاحب ذاتي طور تي، اسان بلوچن جي خلاف آهي. ڇا هو چاڻي واڻي سنڌ ۾ اسان جي ذاتين کي گهٽائڻ ٿو چاهي؟ اڄ عارباڻين توڙي هيسباڻين کي بلوچ برادريءَ مان ڪڍي ٿو، سڀاڻي پنهنجي هڪ ٻئي ڪتاب ۾ لکي سگهي ٿو تہ جتوئي، ڪورائي، توڙي شر بلوچ سنڌ جا سما آهن.

## ڪلهوڙا اصل ۾ عباسي آهن

ڪلهوڙا خاندان جي عباسيت تواتر سان ثابت آهي ۽ اڄ تائين سواءِ انگريزي مصنف رچرڊ برٽن صاحب جي ڪنهن بہ ان ڪان انڪار نہ ڪيو آهي. خود برٽن صاحب پنهنجي موقف جي جواز ۾ ڪي بہ تاريخي دليل ڪونہ ڏنا آهن. اڃي چمڙي هجڻ ڪري جيڪڏهن برٽن جي تحقيق جويي صاحب وٽ قابل قبول آهي تہ کيس معلوم هئڻ گهرجي تہ برٽن ڪان اڳ برنس صاحب بہ پنهنجي ڪتاب (A visit to the court of Sind) ۾ شاهدي ٿو ڏي تہ "ڪلهوڙا پاڻ کي بنوعباس ڪوٺائين ٿا ۽ عباس رسول خدا جو چاچو هو."

(The house of calora claimed a linoge from the princely blood of Abbass the uncle of the prophetc. P _ 20,1974 Ed)

ياد رهي تہ برنس جو مٿيون ڪتاب ميرن جي صاحبيءَ ۾ ١٨٣١ع ۾ بمبئيءَ ۾ ڇپيو هو. ڪلهوڙا اصل ۾ عباسي آهن ۽ محترم جويي صاحب جو هي الزام قطعًا غلط ۽ بي بنياد آهي تہ اقتدار ۾ اچڻ ڪان پوءِ هنن پنهنجي ذات عرب سان ڳنڍي. ان جي

برعڪس تاريخ ٻڌائي ٿي ته اقتدار ۾ اچڻ کان اڳ به ميان نور محمد ڪلهوڙي کي عباسي ڪوٺيندا هئا. لاهور جي مولانا غلام رسول مهر ڪلهوڙا دور جي تاريخ لکي آهي. هو ٻڌائي ٿو ته انندرام، "مخلص" نالي هڪ شاعر ۽ اديب (وفات ١٧٥١ع) هو، جو محمد شاهه مغل جي هڪ فوجي جرنيل خان وزير الملڪ جو وڪيل هو ۽ ڪلهوڙا انندرام "مخلص" سان باقاعدي خط و ڪتابت ڪندا هئا. مهر صاحب لکي ٿو ته، ميان نور محمد ڪلهوڙو جنهن جو خطاب " خدايار خان، ثابت جنگ" هو، انندرام مخلص سان باقاعدي خط و ڪتاب جو سلسلو قائم رکندو آيو. مخلص جي قلمي خطن مان هڪ خط ميان صاحب جي نالي موجود آهي جنهن جو عنوان آهي " به خدايار خان ثابت جنگ عباسي" ( تاريخ ڪلهوڙا جلد پيو ص ٤١، ٤٢ ) معلوم ٿيو ته اقتدار ۾ اچڻ کان اڳ به ميان نور محمد ڪلهوڙو پاڻ کي عباسي ڪوٺائيندو هو. مولانا مهر ڪلهوڙن جي عباسيت هجڻ لاءِ ايڏو ته جامع بحث ڪيو آهي، جنهن کي سولائيءَ سان رد ڪري نٿو سگهجي. هن صاحب ڪل ناقابل ترديد اٺ شهادتون پيش ڪيون آهن، جن مان ڪلهوڙن جي عباسيت ثابت ٿئي ٿي. جنهن لاءِ غلام الرسول صاحب پنهنجي تاريخ ۾ لکي ٿو ته " اهي ڪل اٺ شهادتون آهن، جن مان پنج انهيءَ دور جون آهن، ڪن شهادتن جو مستند هجڻ علمي حلقن ۾ بلاشڪ تسليم ڪيل آهي، مثلا ماثر الامراءِ فتح نامي جون شهادتون هن بنياد تي وڌيڪ توجهه ۽ اعتماد جي لائق سمجهيون وڃن ٿيون جو اهو ڪتاب "ڪلهوڙن جي انهن جاءِ نشين جي سرپرستي ۾ لکيو ويو، جيڪي ڪين حڪومت کان بي دخل ڪرڻ جا ذميوار هئا. جيڪڏهن ڪلهوڙن جي (عباسيت ۾) ذري ماتر اوڻائي هجي ها ته مير عظيم الدين ٺٽويءَ جا سرپرست، ٽالپر ڪنهن به طرح انهيءَ ڳالهه کي نظر انداز نه ڪن ها، بلڪ ان جي ترديد ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ها." (ص ٤٢)

حقيقت ۾ ڪلهوڙن جي عباسي هجڻ کان انڪار ڪري جويي صاحب پوريءَ طرح تاريخ تي پاڻي ڦيري ڇڏيو آهي. جيڪڏهن موصوف وٽ، ڪلهوڙن جي عباسيت غير معتبر آهي ته سياڻي ڇني سگهجي ٿو ته نيپولين يا اورنگزيب جهڙا بادشاهه پيدائي ڪونه ٿيا هئا.

## جويو صاحب ۽ سنڌ جا ٽالپر بلوچ

جويي صاحب جي ڪتاب جو افسوسناڪ پهلو هي آهي ته ان ۾ ٽالپرن جي حڪومت جو ٻن ڇئن جملن ۾ سرسري ذڪر ڪيو ويو

اهي. منهنجي تبصري جي پهرين قسط پڙهڻ کان پوءِ خود جوبي صاحب جي مداحن به اعتراف ڪيو آهي ته جوبي جي ان روبي کي بلوچ دشمنيءَ سان ئي تعبير ڪري سگهجي ٿي. مثال طور سندس ڪتابچي ۾ ڪلهوڙا حڪمرانن جو ذڪر صفحي ٥٠ کان شروع ٿي ٦٥ تائين ختم ٿئي ٿو ۽ آخري صفحي ٦٥ جي آخري پئراگراف ۾ ٽالپر حڪومت جو ذڪر هيٺين لفظن ۾ ڪري ٿو. ڪلهوڙن جي ذڪر ڪرڻ کان پوءِ جوبو صاحب لکي ٿو ته: "تان جو ٽالپرن سندن جاءِ ورتي ۽ اهي به سنڌي رياست کي فقط چاليهه سال قائم رکي سگهيا (ٽالپر دور ۴٠ نه بلڪ ٦٠ سالن جو هو) ساڳئي قسم جي پنهنجن اندروني نفاقن ۽ اقتدار جي ڪشمڪش جي تباهه ڪارين جا شڪار ٿي ويا ۽ سنڌ ۽ سنڌي سماج وري به ست سمنڊ پار کان آيل هڪ ڌاري قوم جا غلام ٿي ويا. شاهه جو روحاني وارث سچل سرمست ان تاريخ کان رڳو ڪي چوڏهن سال اڳ فوت ٿيو ۽ سامي ته ان کان پوءِ ١٨٥٠ع ۾ هي جهان ڇڏيو." (ص ٦٦)

هر بلوچ جوبي صاحب کان پڇڻ جو حق رکي ٿو ته ڇا ٽالپرن سنڌ جي خدمت نه ڪئي هئي؟ ڪنهن جي تحقير مقصود نه آهي، پر تاريخي حقيقت آهي ته ١٧٣٩ع ۾ نادرشاهه سنڌ تي ڪاهه ڪئي هئي ۽ ان وقت ميان نور محمد ڪلهوڙي (وقت جي حاڪم) نادرشاهه جي حملي کان ڪيپائي وڃي عمرڪوٽ ۾ لڪو. نادري لشڪر سنڌين کي نڌڪٽو سمجهي، هنن کي قربو ۽ لٽيو. خود نادرشاهه ميان صاحب جي ٽن پٽن، ميان مرادياب خان، عطرخان ۽ غلام شاهه کي يرغمال بڻائي ستن سالن تائين ايران ۾ رکيو ۽ کيس تنبيهه ڪئي ته جنهن به سال مون کي خراج نه مليو ته تنهنجي ٽنهي پٽن جو خير ڪونهي. برعڪس ان جي ٽالپر بلوچن بيسروساماني هوندي به انگريز فيل مست جو نهايت ئي بهادري ۽ دليريءَ سان مقابلو ڪيو ۽ مياڻيءَ جي جنگ (١٨۴٣ع) ۾ "مروبسون پر سنڌ نه ڏيسون" جا فلڪ شگاف نعرا هنيا ويا. مياڻيءَ جي جنگ ۾ هار کائڻ کان پوءِ بلوچن شير سنڌ مير شير محمد خان ٽالپر جي قيادت ۾ انگريزن سان "دبي" واري لڙائي لڙي هئي. بلوچن سنڌ جي حفاظت لاءِ پنهنجي جان جي بازي لڳائي. ڪلهوڙن جي آخري دور حڪومت ۾ سنڌين کي "گهوڙا ڙي گهوڙا" چوڻ جو تحفو مليو ۽ اڄ تائين اسين سنڌي لوڪ مصيبت جي وقت ۾ " گهوڙا ڙي گهوڙا" ڪري پڪاريندا آهيون. اهي مدد خان جي گهوڙن خلاف آواز هئا. لطيف به چوي ٿو ته ،" گهوڙن هنئي سپڪا انئن هنئي آءٌ" ۽ " مدد تو اڇي" ، "مدد تو اڇي" جا آواز ڪڏهن به سنڌ واسين ڪلهوڙن جي دور حڪومت ۾

ٻڌا. چوجو مدد خان پٺاڻ کي سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ جي دعوت خود سنڌ جي حڪمران ميان عبدالنبي ڪلهوڙي ڏني هئي. بدمعاش مددخان سنڌ کي ڦري لٽي ناس ڪيو هو ۽ ويچارن سنڌي سپاهين جي گهرن مان بي اختيار آواز نڪرندو هو ته " وارو ڪيو مدد تو اچي" ٽالپر بلوچن کان ٻه سنڌين کي هڪ آواز ڪڏهن ورثي ۾ مليو جو " گهوڙا ڙي گهوڙا" چوڻ وانگر اڄ تائين ٻه سنڌين جي ڪنن ۾ گونجي ٿو ۽ اهو آواز آهي " مرويسون پر سنڌ نه ڏيسون" جويو صاحب جا هينئر خيالات تبديل ٿي ويا آهن ورنه پاڪستان ٺهڻ کان اڳ هو به ٽالپري دور ۾ مٿئين نعري جو ذڪر ڪري ٿو. مثال طور (Save Sinh, Save the continent) نالي هڪ ڪتاب جويي صاحب ١٩٤٦ع ۾ لکيو هو. ان ۾ " مياڻي" ۽ "دٻي" ۾ انگريزن سان ٽالپرن جي لڙائيءَ تي تبصرو ڪندي جويو صاحب لکي ٿو ته "

سرچارلس نيپئر جي شهادت مطابق هندستان ۾ سيني جنگين جي مقابلي ۾ سنڌ اندر مياڻيءَ ۽ دٻيءَ واريون لڙيل جنگيون انگريزن کي وڏ ۾ وڏ سخت ۽ مشڪل لڳيون. انهن جنگين ۾ اسان (سنڌ)جو اهوئي نعرو رهيو ته " مرويسون پر سنڌ نه ڏيسون".

(Sind,s battles of Miani and Dubi were two of the hardest battles that, according to the testimony of sir Chareles Napier were fought by the Biritish in India, our slogans in those battles being we shall die but we shall never give up Sind. P_ 119. Karachi. )

اهي جويي صاحب جا ٽالپر بلوچن بابت خيالات پاڪستان کان اڳ جا هئا. پر هينئر هو تبديل ٿي ويو آهي، ان جو عملي ثبوت مون سندس ڪتاب "شاهه، سچل ۽ سامي" مان فراهم ڪيو آهي. مون اڳ به پنهنجي هڪ تصنيف " شيخ اياز ۽ سندس شاعري" ۾ جويي صاحب بابت لکيو هو ته جويو سنڌ جي بلوچن کي ڌاريو ٿو سمجهي. " خموشي علامت رضا است" جي مصداق جويي صاحب کي ٽن سالن گذرڻ بعد اڄان تائين ان جي ترديد ڪرڻ جي جرئت نه ٿي آهي. ان مان صاف ظاهر آهي ته هو پنهنجي خيالن ۾ ايماندار آهي.

سنڌ ۾ بلوچن کي ڌاريو ڪوٺڻ وارن جو سرواڻ محترم جويو صاحب آهي ۽ انهيءَ ڦري مشنري ڪلب جا پيا ميمبر آهن: پير حسام الدين راشدي، پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه، شيخ اياز، مسٽر سراج ميمڻ، مسٽرغلامرباني ۽ مسٽررشيد ڀٽي. چون ٿا ته ڪجهه سال اڳ پير حسام الدين راشديءَ جي موجودگيءَ ۾ پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه جيڪب آباد جي شهر ۾ هڪ ميڙڪي خطاب

ڪندي بلوچن خلاف هڪ گمراه ڪن ۽ زهريلي تقريرڪئي هئي. جنهن جو ڪيس مدلل جواب شايد ڊاڪٽرنبي بخش خان بلوچ ڏنو هو.

## ٽالپر بلوچ ۽ سنڌ جا ورچايل علاقا

جويي صاحب کي خبر هئڻ گهرجي ته ميرن جي ڪورٽ جو مکيه صلاحڪار هڪ بلوچ ليڊر نواب ولي محمد خان لغاري هو،جنهن ١٨٣٢ ۾ لاڙڪاڻه ۾ وفات ڪئي، سندس لاش لاڙڪاڻه ۾ تجر ڪري دفن ڪيو ويو هو ۽ ان ڪري اهوميدان تجر باغ جي نالي سان مشهور ٿيو هو. هاڻي جناح باغ جي نالي سان مشهور آهي. پنجن سالن کان پوءِ نواب صاحب مرحوم کي حيدرآباد ۾ دفنايو ويو. نواب ولي محمد خان پنهنجي سياست ۽ تدبر سان بغير جنگ جي ڪراچيءَ جو شهر خان آف قلات کان واپس وٺي سنڌ ۾ شامل ڪيو ۽ سنڌ ۽ قلات جون سرحدون حب نديءَ تي مقرر ڪرايون هيون. شڪارپور ڪابلي افغانن جي قبضي ۾ هو ۽ اتي نوشهرو ابڙيوٽ هڪ قلعو تعمير ڪرايائين ۽ ١٨١٠ع ڌارن شڪارپور جو سڄو قبضو افغان حاڪم شاهه شجاع کان ورتائين. هوڏانهن بهاولپور حڪومت کان سبزل ڪوٽ ۽ سنگاپور سنڌ کي واپس وٺي ڏنائين ۽ نه فقط ايترو پر ١٨١٣ع ڌاران جوڌپورجي راجا کان عمرڪوٽ فتح ڪري سنڌ جون سرحدون مڪمل ڪرايائين. افغان‌حڪمرانن شڪارپورکي ڀيهرهٿ ڪرڻ لاءِ تياريون ڪيون هيون ۽ ڪابل جي حڪمران محمد عظيم خان ڀيهر اهڙي ڪوشش ڪئي پر ڪيس ١٨٢٤ع ۾ بلوچن شڪست ڏني هئي. افغانن کان سنڌ کي هميشه خطرو رهندو هو ۽ سنڌي ۾ چوڻي آهي ته " جڏهن ڪڏهن سنڌڙي توکي جوکو قنڌاران."

نهايت ئي فخر جي ڳالهه آهي ته محمد عظيم خان جي شڪست کان پوءِ سنڌ تي افغان حڪومتن جا حملا هميشه لاءِ بند ٿي ويا. اهومبارڪ ڪم ٽالپرن جي ڏينهن ۾ هڪ بلوچ نواب ولي محمد خان جي هٿان پورو ٿيو ۽ جڏهن ڪڏهن سنڌڙي توکي جوکو قنڌار وارو خطرو هميشه لاءِ ٽري ويو.

سنڌ جي خدمت لاءِ بلوچن جي طرفان اهو هڪ شاندار رڪارڊ آهي، پر جويا صاحب! ذرا پنهنجيءَ ذات وارن جي ڪا اهڙي ثابتي ته پيش ڪريو؟ ٿي سگهي ٿو ته اوهان پنهنجي اصل سرزمين پنجاب ۾ ڪو ڪارنامو ڏيکاريو هجي، سنڌ ۾ ته ڪجهه به نه ڪيو اٿن.

## ٽالپرن سنڌ ۾ امن امان قائم رکيو

جوبي صاحب ۽ سندس شاگردن جي واتان عام طور ٻڌو ويو آهي ته ”سنڌ ۾ ٽالپر بلوچن جي حڪومت اونداهي وارو دور هو نه امن نه سلامتي ۽ نه قانون، بس هڪ ميراثو راڄ هو؟“

پر هن ڳالھ وڌيڪ پيو ڪوبه ڪوڙ ٿي نٿو سگهي. هتي مان جوبي صاحب جي الزام جي رد ۾ هڪ انگريز سياح چارلس منسن جي شهادت پيش ڪندس، جيڪو بلوچن جي دور حڪومت ۾ سنڌ اندر آيو هو. اندروني حالات جو مطالعو ڪري هي انگريز سياح (Narrative of various Journeys in Baluchistan, پنهنجي ڪتاب Afghanistan and Punjab) ۾ لکي ٿو ته، ”جيتوڻيڪ مان حيدرآباد ۾ ٽي يا چار مهينا رهيو هوس پر اتي مون ڪنهن به قسم جو ظلم، تشدد ۽ حد کان وڌيڪ محصول اڳاڙڻ جو زوري طريقو نه ڏٺو ۽ نه ڪنين ٻڌو. ان جي برعڪس اتي مڪمل آزادي هئي ۽ تنهن سان گڏ جان ۽ مال جي حفاظت جو چڱو ڀلو انتظام هو.“

(Althought I gresided three or four months at Hyderabad, I never witnessed or heard of any cruelties or exactions practiced there, on the contrary there was perfect freedom and security of persons and property. P_463. Vol I Lond.)

چارلس منسن کان بعد سنت ني هڪ ٻيو انجنيئر ڪئپٽن هيڊل نالي ٽالپرن جي دور حڪومت ۾ آيو هو. هن ١٨٣٦ع ۾ (Memoir on the river Indus) جي عنوان سان پنهنجا تاثرات قلمبند ڪيا، جيڪي بمبئي گورنمنٽ جي رڪارڊ ۾ شامل ٿيل آهن. هيڊل لکي ٿو ته ” سنڌوءَ ۽ فرات جي وچ ۾ واقع ٻين رياستن جي ڀيٽ ۾ سنڌ کي اهڙو ملڪ سڏي سگهجي ٿو جيڪو تهذيب وتمدن ۾ گهڻو اڳتي وڌيل آهي. سنڌ جي حڪومت جيتوڻيڪ سخت آهي، پر ان سان گڏوگڏ چوڪس ۽ قاعدي جي پابند آهي. هيءَ سرڪار پنهنجن مفادن لاءِ ايتري ته عقلمند آهي جو هوءَ ملڪ جي وڻج واپار، توڙي زراعت کي هرگز تباهه ڪرڻ نٿي ڏي. ماڻهو شائسته، وفادار ۽ ملڪي قانون جا احترام ڪندڙ آهن.“

(Compared to any state between the Indus and the Euphrates, sind may be pronounced a country consifderably advanced in civilization, the government though severe is vigilant and well ordered, too sensible of its own interests, to ruin the commerce or agriculture of the country. The people are orderely an obedient and the laws are respected.)

جويي صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ مسٽر ايچ - ٽي - سارلي ڪي سنڌ جو محب ڪوٺيو آهي ۽ سندس ڪتاب " شاهه عبداللطيف آف ڀٽ" لاءِ لکيو آهي ته اهو عاليشان ڪتاب آهي. (ملاحظه ٿئي صفحو ٧٦) مسٽر سارلي صاحب به ٽالپر بلوچن جي حڪومت جي واکاڻ ڪني آهي، پر جويي صاحب جي نظر ۾ اها عبارت بلوچ تعريف ڪري اوجهل رهي. سنڌ جو هي محب ٽالپر دور حڪومت لاءِ لکي ٿو ته.
"ٽالپرن لاءِ ائين چئي سگهجي ٿو ته هو سنڌ جي الجهيل ۽ ڪشمڪش واري زمين کي (پنهنجي عهدحڪومت) چاليهن سالن تائين امن امان ڏيڻ ۾ ڪامياب ويا ۽ انتظامي لحاظ کان ٽالپرن جي حڪومت نه نا اهل هئي ۽ نکي نفرت انگيز" .
(There is this to be said for them, that they did succeed in givin a distracted land peace for forty years and that within the limits of their administrativeideal their government was neither ineffecient nor contemptible. P . 234, 35 Oxford)

جويائي ڪمپني وارا الزام ٿا لڳائين ته ٽالپرن سنڌ،سمات ۽ بلوچ ۾ يا شيعا سني ۾ تقسيم ڪيو. پر هي نسورو ڪوڙ ۽ بهتان ۽ اجائي پروپئگندا آهي. شمس العلماءُ ڊاڪٽر دائود پوٽه مرحوم جهڙي هڪ ڪٽر سنيءَ به پنهنجي هڪ مضمون ۾ لکيو آهي ته ٽالپر جيتوڻيڪ شيعا هئا، پر انهن وٽ شيعن توڙي سنين جو ڪو فرق موجود ڪونه هو، ڊاڪٽر سارلي صاحب لکيو آهي ته مڪمل چاليهه سال ملڪ ۾ امن امان جو دور هو ۽ ماڻهن کي پنهنجي حڪومت جي خلاف ڪابه نفرت ڪانه هئي. جيڪڏهن ٽالپر پنهنجي حڪومت ۾، جيئن الزام مڙهيو ٿو وڃي، بلوچ ۽ سمات توڙي شيعا سني جا مسئلا ڇيڙين ها ته سياسي ذهن رکڻ وارا ماڻهو تسليم ڪندا ته اهڙيءَ حالت ۾ هو امن امان قائم نه رکي سگهن ها ۽ سندن حڪومت به قابل نفرت ٿي وڃي ها.

جناب جويي صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ قصدًا ٽالپرن جي دور کي نظرانداز ڪيو. سندس مطالعو ع کان شروع ٿي ١٨٥٠ ع تائين ( ساميءَ جي وفات) ختم ٿئي ٿو. ان ڪري مون مختصر طور سنڌ ۾ بلوچن جي حڪومت جو جائزو ورتو آهي.

## سنڌ ملڪ بلوچن وٽ ماءُ جي برابر آهي

حقيقت هي آهي ته بلوچن سنڌ کي هميشه پنهنجو وطن سمجهيو آهي. پنهنجي مختصر دور حڪومتم هنن سنڌ جي بقا ۽

آزاديءَ لاءِ پنهنجي رت جي قرباني ڏيڻ ڪان بہ ڪيٻايو ڪين. اهڙيءَ محب وطن قوم کي ڌاريو سمجهڻ جوبي ۽ سندس ساٿين جي وڏي جسارت آهي، جنهن جي مذمت لاءِ الفاظ ڪين ٿا ملن. ڪيترن ئي بلوچ قبيلن سنڌ ۾ رهي ڪري پنهنجي مادري ٻولي بروچڪيءَ کي ترڪ ڪري سنڌي ٻولي اختيار ڪئي آهي. منشي عطا محمد شڪارپوريءَ جي فارسي ڪتاب " تازه نوائے معارک" ۾ بختيارخان لغاري بلوچ جو ذڪر مليو ٿو، جنهن انگريزن خلاف سيني لغاري بلوچن کي قرآن شريف تي هٿ رکي بغاوت تي آماده ڪيو هو. منشي عطا محمد لکي ٿو تہ لغاري بلوچ انگريزن خلاف نعرالڳائيندا رهيا تہ:

" اين ملڪ سندن بمنزله مادر ما بلوچستان است ڪہ
ازبستان شيرپندانش آن هشت بہ هشتپرورش يافتہ
ايم حقوق مادر و پدر بر اولاد بسيار است، نهايت
جان را نثار راهہ خدمت ابن والده خواهيم نمود."

(ص ٦٥٦ - ٥٨)

يعني تہ " هي ملڪ سنڌ اسان بلوچن لاءِ پنهنجي ماءُ جي برابر آهي جنهن جي ڇاتين مان اسان پشت بہ پشت کير پي پليا ۽ وڏيا آهيون. ماءُ پيءُ تي اولاد جا حق گهڻا آهن. اسان پنهنجي مادر وطن تي جان قربان ڪنداسون.

مير بختيار خان لغاري جي قيادت ۾ ڏيڍ سو سال اڳ سنڌ بابت بلوچن جو نعره مستانہ اڄ بہ اسان لاءِ مشعل راهہ آهي. سنڌ ۾ بلوچن ۽ غير بلوچن جو ڪو فرق ئي نہ آهي . اسين سڀ پاڻ ۾ هڪ ۽ ٻائر آهيون. حضرت لاڪيٺي لطيف جي رسالہ ۾ اسان بلوچن جو ذڪر ملي ٿو ۽ اسان لاءِ اهو باعث صد افتخار آهي. لطيف سائين رسالہ ۾ بروچڪي ٻوليءَ ۾ شعر بہ چيا آهن فرمائي ٿو تہ:

"برو قازان بات جن جي ٿانگو روان ٿيشي"

مٿنين ست فصيح بلوچي زبان ۾ چيل آهي، جا زبان مري، بگٽي ۽ جڪراڻي ڳالهائيندا آهن. بلوچن سنڌي زبان جي ادب جي فروغ لاءِ نهايت ئي شاندار خدمت ڪئي آهي ۽ منجهائن نالي وارا سنڌي شاعر ۽ اديب پيدا ٿيا آهن. جهڙوڪ خليفو نبي بخش، فقير حمل خان، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي، مسٽر تاج بلوچ، غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري ۽ ٻيا سوين. موجوده دور ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌي ادب جي جيڪا خدمت ڪئي آهي، ان جو مثال ملڻ مشڪل آهي.

"سوڍا هجن سو تہ بہ مٽ نہ پانيان ميڻڊري"

جوبو صاحب هن جهڙي ڪا هڪ تصنيف تہ ڏيکاري؟ سنڌ ۾

بلوچ ۽ غير بلوچ واري تصور کي پيدا ڪرڻ جوبي صاحب وارن جي وڏي سازش آهي. جنهن کي ڪوبہ محب وطن سنڌي بڌڻ ۽ برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهي. ڀائيچاري جي فضا کي مزيد مستحڪم ڪرڻ لاءِ جوبي صاحب کي بلوچستان جي ليکڪن جي نقش قدم تي هلڻ گهرجي. مثال طور بلوچستان هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس مير خدابخش مري، بلوچن جي تاريخ بابت پنهنجي مشهور ڪتاب (Search Lights on Baloches and Balochistan) ۾ لکي ٿو تہ، " سنڌ ۽ سنڌواسين سان ست سو سالن کان بہ وڌيڪ ميل ميلاپ ڪري، بلوچن ۽ سنڌين جي وچ ۾ گهري اتحاد جا رشتا استوار ٿي ويا آهن. سنڌين سان گڏ بلوچ بہ پاڻ کي سنڌي سڏائڻ ۾ فخر محسوس ٿا ڪن. بلوچن جي ڪلاسيڪل شاعري سنڌ جي واکاڻ سان ڀريل آهي. مير بجاراڻي رند پنهنجي هڪ سورهين صديءَ واري شعر ۾ سنڌ کي " هزار گنج" وارو ملڪ سڏي ٿو ۽ اڄ تائين مري، بگٽي، يا جهلوان طرف وارا لاڏاڻ پنهنجي آل عيال ۽ رڍن جي ڌڻن سميت، بغير ڳڻتي ۽ تڪليف جي، سنڌ جي ڏوراهن علائقن ۾ گهمندا ڦرندا ڏسبا آهن."

(Over seven centuries of association of Baluchies with Sind and its in habitants has generated a feeling of close unity among them. Like Sindhis, Baluchies, too feel proud to be regarded as (Sindhies) Baluchi classical poetry is replete with praises of Sind . Mir Bijarani Rind in one of his sixteenth century poem calls Sind as (Hazar Ganj) meaning (Land of thousand blessings and abundance) even to this day, a marri, Bugti or a Jahlwan High lander can be observed walking without any worry in the world in any remote part of Sind with his family and herds of sheep. P _222, Royal Book Company, Karachi)

مٿئين حوالي پڙهڻ کان پوءِ اندازو لڳايو تہ ڪيئن نہ بلوچستان جا دانشور سنڌين ۽ بلوچن کي هڪ قوم تصور ڪن ٿا ۽ هتي اسان وٽ جوبو صاحب ئي هڪ دانشور مليو جيڪو پنهنجي ڪتاب " سچل ، شاهہ ۽ سامي" ۾ بلوچ حڪومت جو تذڪرو ئي ڪونہ ٿو ڪري. جوبي صاحب پنهنجي ڪتاب سچل، شاهہ ۽ساميءَ جي تعارف بابت ڪونہ لکيو آهي. پر هن جو اصل مقصد اسان جي مذهب ۽ اسلامي اخوت تي جلهون ڪرڻ آهي. جوبي صاحب جي ڪتاب تي تبصرو پوري ٿيڻ کان اڳ مان محترم جي خدمت ۾ عرض ڪندس تہ

هي محض علمي تنقيد ۽ چند ڇاڻ آهي. منهنجي موصوف سان ڪا ذاتي خصومت ڪانہ آهي، بلڪ هي محض نظرياتي ڇنڊڇاڻ آهي. مون بہ ڪي ڪتاب پڙهي رنڊا روڙيا آهن. پنهنجو مسلڪ سيني سان لسان الغيب حضرت خواجہ حافظ شيرازي جي بقول پيار، مهر و وفا جو آهي. جيئن چيو اٿس تہ:

”ما قصہ سڪندر و دارا نہ خوانده‌ايم
از ما بجز حڪايت مهر و وفا مپرس“

دوران تنقيد جيڪڏهن ڪي ڳتا اڻ وڻندڙ لفظ لکي ويو آهيان، اميد اٿم تہ وڏڙي جي حيثيت ۾ جناب جوڻي صاحب جن ننڍڙي جي گستاخي کي نظر انداز ڪندا. پر حقيقت ۾ پنهنجي تحريري ڪوتاهين بابت خالق اڪبر کان پناهہ ٿو گهران، جنهن جي حضور ۾ حشر ويل پنهنجي لکت جي هر جملي جو مون کي جواب ڏيڻو پوندو. شال پنهنجي فضل ۽ احسان جو مظاهرو ڪري مون عاجز جي اوڻاين ۽ خطائن کي معاف ڪري. بي اختيار امير المومنين حضرت علي رضہ جي هڪ مناجات ياد ٿي اچي. پاڻ فرمائين ٿا تہ ” خدايا تون فضل ۽ احسان ڪرڻ وارو